# سوڪي بندر

۽

# ساهوندي سُور

(سفر نامو)

## منصور ٿلهو




سمبارا پبليڪيشن حيدرآباد

كتاب نمبر 85




| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | سوکي بندر ۽ ساموندي شور |
| موضوع: | سفرنامو |
| ليکڪ: | منصور ٿلهو |
| ڇاپو پهريون: | ڊسمبر 2017ع |
| تعداد: | هڪ هزار |
| ڪمپوزنگ ۽ لي آئوٽ: | شاهزيب ميمڻ |
| ٽائيٽل: | عبدالفتاح هاليپوٽو |
| ڇپيندڙ: | سمبارا پبليڪيشن |

سيد آرڪيڊ آفيس نمبر 8 عبرت گهٽي گاڏي کاتو حيدرآباد
03003513966

ملهه: -/250

SOKHI BANDAR AIN SAMONDI SOOR
(Traveling)

| | |
|---|---|
| **Writer:** | **Mansoor Thalho** |
| **First Edition:** | **Dec 2017** |
| **Quantity:** | **One Thousand** |
| **Composed By:** | **Shahzaib Memon** |
| **Title Design:** | **Abdul Ftah Halepoto** |
| **Published By:** | **Sambara Publication Hyd** |
| | **03003513966** |

# ارپنا

ست سمنڊ پار
پنهنجن ٻارن
عادل، حنا، ثنا، راحيل
۽ ننڍڙي ڏيءُ فاريه
جيڪا ڄڻ هينئر به
منهنجي ڪلهن تي
ويٺي آهي،
جي نانءُ

# پبلشر پاران

سنڌ ۾ شايد آڱرين تي ڳڻڻ جيترا بہ اهڙا ليکڪ يا محقق نہ هوندا، جيڪي سنڌي ٻوليءَ خاص طور سامونڊي پٽيءَ تي آباد ماڻهن/مهاڻن جي ٻولي، اصل لکت ۽ رهڻي ڪهڻي متعلق کوجنا جي کوج ۾ عمر وڃائي بہ ٿڪا ناهن، اسان آڏو اهڙو هڪ وڏو مثال سائين منصور ٿلهو جي روپ ۾ موجود آهي، جنهن نہ فقط پنهنجي سادگيءَ ۽ سچائيءَ سان اڻ ڏٺي ماڳ ڏانهن اسهندي پنهنجا پير پٿون ڪري اهڙا تہ ناياب موتي تراشي سامهون آندا آهن، جن تي اڳ جي محققن جي ڇهري مٿان حيرت ۽ رشڪ جو ريڪائون ضرور نمودار ٿيندو، سنڌ جي سوکي بندر کان آمريڪا جي سامونڊي ڪنارن تائين هن صوفي ۽ جوڳي منش انسان ڇا ڇا نہ پيڙيو ۽ ڀوڳيو هوندو، ان جا ڪجھ اولڙا تہ سندس اڳ آيل ڪتابن هر هڪ "جيون ليکا"(ناول)، "جي هاڻ نہ هارين" (چونڊ ڪهاڻيون)، "زندگي ڀوڳ" (ناول)، "متي ۽ مهاڻا" (ناول) ۽ "ريڙهي مياڻ" (ناول)، لاڙي ماڻهن جي گفتگو ۾ استعمال ٿيندڙ سنڌي ٻوليءَ جي نج لفظن تي "اکر پٽيءَ" جي 'لغت' لکي چڪو آهي.

سچ تہ سائين منصور ٿلهو جي اڻٿڪ محنتن، محبتن ۽ سنڌي ٻولي ۽ ادب سان بي انتها عشق ۽ عقيدت جي ڀرپور اظهار جو هڪ ننڍڙو مثال آهن.

وارياسي وهندي يا جهر جبل جهاڳيندي منصور جي منصوري مرڪ تي ڪو فرق نہ ٿو پوي، هو اڄان بہ سامونڊي سورن کي پنهنجي اندر ۾ محسوس ڪندي اتان جي رهڻ وارن ۽ سندن رهڻي ڪهڻي سان هڪ جهڙو ٿيڻ لاءِ اتاولو آهي، هو بنا دير اسهڻ جا سانباها ڪري لطيف سرڪار جي "سر ڪاهوڙي" جو هڪ اهڙو ڪردار ڀاسي ٿو، جنهن لاءِ پاڻ فرمائي ويا تہ

پيئي جن پرڪَ، گنجي ڏُونگرَ گامَ جي،
واري سڀُ وَرقَ، لوچي لاهُوتي ٿيا.

اڄ جي دور ۾ جتي مفاداتي ويڙھ ۾ پاڻ وٽائڻ جي مشق ۾ خوديءَ کي

پستيءَ طرف ڏکڻ جي ريت عام هجي اتي پنهنجي خواهشن جو گلو گهُٽي ۽ زندگيءَ جي مڙني آسائشن کي درگذر ڪري پنهنجي ٻولي ۽ ادب لاءِ پاڻ پتوڙڻ واري سائين منصور ٿلهي جي انهيءَ جذبي کي ڀلا ڪهڙو نانءُ ڏئي ٿو سگهجي؟. اها پنهنجي ڪم ۾ ڪرت سان سچائيءَ ۽ عشق جي انتها چئجي جو سنڌس اندر ۾ وينل هن فقير منش ليکڪ کي سروريت جو احساس اهو سڀ ڪرڻ تي مجبور ڪري ٿو. منصور ٿلهي جي مٿي ڄاڻايل ڪتابن ڪانسواءِ ساڳئي موضوع تي ٻيا انيڪ ايندڙ ڪتابن جي لسٽ ۾ شامل آهن، هي ڪتاب "سوڪي بندر ۽ ساموندي سور" پڻ ساڳئي تسلسل جي هڪ ڪڙي آهي، جنهن کي سفرنامي جو نالو تہ ڏنو ويو آهي پر هن ڪتاب ۾ سوڪي بندرگاهہ تي موجود هاڻوڪن ڪردارن سان ليکڪ جي ميل ملاقاتن پٺيان بہ انيڪ ڪهاڻيون جهاتيون پائيندي نظر اچن ٿيون، سائين منصور ٿلهي لاڙي لهجن ۽ مهاڻن جي مادري ٻوليءَ جو ذڪر پنهنجي منفرد انداز سان ڪرڻ سميت اتان جي تاريخي منظر ۽ پسمنظر کي جيئن جو تيئن بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، بلڪل لاڙي ڀاڪي جيان تہ "بندر ڦٽو، سوڪي وٺي" يعني شاهہ بندر ڦٽڻ يا ويران ٿيڻ بعد سوڪي بندر وڏيڪ آباد ٿي ويو آهي، جي هوبهو عڪاسي محسوس ٿيندي. سمبارا پبليڪيشن جي طرفا منصور ٿلهو جي ڪتاب "سوڪي بندر ۽ ساموندي سور" جي اشاعت تي نهايت سرهائي محسوس ڪندي هي ادارو سنڌس اڻ ڇپيل ٻين ڪتابن کي پڻ شايع ڪرڻ جي خواهش کي جلد پورو ڪندو.

ساجد سنڌي
سمبارا پبليڪيشن حيدرآباد
03003513966

## سوکيءَ جو مسافر منصور ٿلهو

سنڌ ساڳيءَ واپار جي لحاظ کان جڳ مشهور رهيو آهي، اُن جا خاص سبب هي رهيا آهن: هڪ تہ هيءُ ملڪ وسيلن سان مالا مال رهيو آهي، جيئن اناج، ڪپڙو، چوپايو مال گيهہ چمڙو، صنعت (Industry) وغيره جي گهڻائي، ٻيو تہ هن ملڪ جو وسيع سامونڊي علائقو، ٽيو تہ سڀاڄهو سنڌو هن ملڪ جي سِري واري علائقي کان پوري وچ تان سُهڻي سينڌ وانگر سوين ميل سفر ڪندو اچي، آخر ۾ مختلف وهڪرن جي شڪل ۾ سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندو هو/آهي. آڳاٽي دور ۾ تہ هوائي اڏامون هيون ئي ڪونہ، نہ ئي ڪي لاريون موٽرون يا ريلون هيون، سو ملڪي ۽ ڏور ڏيهن تائين وڏا سفر ۽ واپار ڪرڻ جو وسيلو فقط سمنڊ ۽ سامونڊي ٻيڙا هئا. سنڌ ۾ سنڌوءَ جي ڪري شروع کان آخر تائين ٻيڙين وسيلي سولائيءَ سان سفر ڪري سگهبو هو. ايئن سنڌوءَ رستي آيل ٻيڙين ۾ سامان وغيره ڇوڙ تائين پهچي، وري سامونڊي ٻيڙين ۾ سٽبو هو ۽ پوءِ ڏور ڏيهن ڏانهن روانو ٿيندو هو. اهو نظام هزارين سالن کان هلندو رهيو. هيءَ بہ حقيقت آهي تہ اهڙي رحمت دنيا جي گهٽ ملڪن ۾ رهي آهي. اُنهي نظام کي هلائڻ لاءِ آڳاٽي زماني ۾ ڪيترائي دريائي ۽ سامونڊي بندر موجود هئا، جيڪي جڳ مشهور رهيا آهن. دنيا جي ملڪن جي ماڻهن جون لکيل تاريخون ۽ سفرناما اُنهن حقيقتن جون اڄ بہ گواهيون ڏين ٿا. سڪندر اعظم جون تاريخون لکندڙن موجب انهيءَ زماني ۾ پٽالا، باربارِيڪان، منها تاڙ ۽ ٻيا وڏا بندر موجود هئا. عيسوي سن جي شروعاتي دور کان ديبل بندر جون واڪاڻون سڄي جڳ جا تاريخي ڪتاب ڪن ٿا. ديبل کان پوءِ لاهري بندر، جاڪي بندر، اورنگا بندر، ڪراچي، شاهہ بندر، ڏارا جا بندر، سون مياڻي، ڪڙڪ بندر، وڪر بندر، ڪيٽي بندر، سنڌو بندر ۽ سوکي بندر بہ پنهنجي پنهنجي دور ۾ مشهور رهيا آهن. تاريخون ۽ تذڪرا شاهد آهن تہ سنڌ ملڪ جا اُهي بندر واپار جا وڏا مرڪز بہ رهيا. انهن ۾ سوکي بندر سچ پچ تہ سک ۽ سرهائيءَ وارو بندر هو. ◦

سمنڊ ويجهو سنڌوءَ جي مک وهڪري تي سوکي بندر توڙي جو آڳاٽي زماني ۾ هڪ پتڻ رهيو هو، پر انگريزن جي دور ۾ هڪ بندر جي شڪل اختيار ڪيائين. ڳاڙهن، رتڙين، ڪارائي گنجن، سڳداسي سارين/ چانورن جي پلين پنين جي وچ ۾ سوکي وارو علائقو گهڻي زماني کان زرعي لحاظ کان تمام گهڻو خوشحال هو. سنڌوءَ جي جنهن وهڪري تي سوکي بندر هو سو اُهو ئي وهڪرو آهي جنهن جي اوپر ۾ ويجهو ئي شاهه بندر آباد هو، سنڌو ڪجهه ڪوهن تي اڳتي اولهه طرف هلي، ڪاري ۾ ڇڙي ڪارو چاڻ سڏبو/ آهي. مختلف لکتن ۽ روايتن مان لڳي ٿو ته شاهه بندر جي اوج گهٽ ٿيڻ کان پوءِ سوکي اُسريو ۽ اوج تي پهتو. هيٺين چوٽي به اجا تائين پڌائي وڃي ٿي، جنهن ما اندازو ڪري سگهجي ٿو ته سوکي ڪڏهن آباد ٿيو:

شاهه (بندر) ڦِٽو سوکي وٺو.

جاگرافيائي لحاظ کان سوکي اهڙي علائقي ۾ موجود هو، جتي سنڌوءَ جو چوڙ پکڙي پالاٽون ڪري آس پاس وارا علائقا آباد ڪري، وڃي سمنڊ ۾ پوندو هو. تنهنڪري هتي تمر ۽ پين وڻن جا گهاٽا ٻيلا به موجود هئا. ته ساڳ جو وڻ، ساريال ۽ پيون آباديون به جام ٿينديون هيون، ۽ تڏهن مڇي به جام هئي. سنڌوءَ جي مٿين علائقن تائين به هتان ٻيڙيون سولائيءَ سان وڃي ۽ اچي سگهنديون هيون. هتان وري سمنڊ وسيلي مختلف ملڪن ڏانهن مال متا به وڃي سگهندو هو. مليل انگن اکرن موجب هزارين آبادي تي مشتمل هن بندر ۾ ٽي سو هٽ ۽ ڪجهه نبلما وغيره موجود هوندا هئا. بندر تي هر وقت ننڍيون وڏيون ٻيڙيون اينديون وينديون رهنديون هيون، جنهن ڪري هر وقت ماڻهن جي گهڻائي هوندي هئي. شهر ۾ وڏا واپاري ۽ شاهوڪار به رهندا هئا ته آسپاس وڏا زميندار به آباد هئا. وسيع سکيو ستابو علائقو رکندڙ سوکي بندر مان اناج، سٽي، ڪپڙو، ڪاٺ، چمڙو وغيره نه رڳو ملڪ جي پين علائقن ڏانهن ويندو هو پر ڏور ڏيهن تائين به موڪليو ويندو هو.

هن بندر جا اسان جيڪي 1982ع ۾ آثار ڏٺا انهن کي ڏسي حيرت ٿي هئي ته هيڏو وڏو شهر ڪيئن اُجڙي ويو. سوين ڍنل دڪان به وڏيون رائس ملون، پيڙين لاءِ دڪان ۽ سوين اُجڙيل گهر وغيره اُجڙيل

صورت ۾ موجود هئا. تڏهن آسپاس وارن علائقن ۾ اهڙا تمام گهڻا ماڻهو حيات هئا، جن هن شهر جي بندر بازارين کي آباد ڏٺو هو. 80 واري ڏهاڪي کان پوءِ لڳاتار رڪاوٽون وجهڻ جي ڪري درياهه جي گهٽجڻ ڪري ۽ ٻي پاسي سمنڊ جي خشڪيءَ طرف وڌڻ جي ڪري سو ڪي بندر به ٻين بندرن وانگر ساڻو ٿيندو، نيٺ اجهامي ويو.

نه سي ونئڻ وڻن ۾، نه سي ڪاتاريون
پسيو بازاريون، هينئڙو مون لوڻ ٿئي.
(شاهه لطيف)

آس پاس جون زمينون تباهه ٿينديون رهيون. ڪاري وڌڻ ڪري، پنڌ پيچرا به بند ٿي ويا، ماڻهو مايوس ٿي پنهنجا خوبصورت گهر گهاٽ هوريان هوريان ڇڏيندا، سنڌ جي مختلف علائقن ڏانهن لڏ پلاڻ ڪندا ويندا رهيا. ايئن سنڌوءَ جي رڪجڻ سبب بندر برباد ٿيندو ۽ شهر اجڙندو رهيو. هاڻي ته اها صورتحال آهي جو انهن پٽن مٿان ٻيڙيون گذرندي نظر اچن ٿيون. باقي ڪو شهر وارو به ٿورو ٽڪرو وڃي بچيو آهي، جيڪو به آلاڻ ۾ آهي. البت جڏهن جڏهن ويرون گهٽبيون آهن ۽ پاڻي لهي ويندو آهي، تڏهن رڳو ڪن جڳهين وغيره جا آثار ڪر ڪڻي ڏيکائي ڏيئي وري پاڻيءَ ۾ الوپ ٿي ويندا آهن.

منهنجو پيارو دوست منصور ٿلهو گهڻي وقت کان ساموندي ڇوڙ واري علائقي تي ڪم ڪندو رهيو آهي. هو ڪو اُهو ڪم ڪو گهر ويٺي ڪو نه ڪندو آهي، پر اُتي وڃي هفتن جا هفتا رهي، ڪڏهن گاڏين تي، ڪڏهن ٻيڙين تي ته ڪڏهن وري پيرين پنڌ سفر ڪندو، اُتي جي ڳوٺن، واهڻن، وستين ۽ پراڻن پڊن جا احوال قلم بند ڪندو رهيو آهي. ڪجهه سال آمريڪا ۾ وڃي رهيو ته اُتان به اوير سوير پيو فون وسيلي رابطو ڪري، اهڙا احوال سليندو هو. مطلب ته ڪيس اهو خفت اتي به رهيو. وري جو واپس پنهنجي ماڳ موٽيو ته وري به سندس ساڳيائي پنڌ ۽ پڇائون. سنڌ جي ساموندي ڪناري سان اهڙي ڪا لئون لڳي اٿس جو ٻئي ڪا وائي وات اٿس ئي ڪو نه. اڄڪلهه به ان طرف ويندي يا ايندي ملندو. اُتان جڏهن واپس ورندو ته گهڻيون ئي حقيقتون ڳولي آڻيندي خوش به ايڏو ٿيندو جو چڻ ته ڪي موتي ميڙي آندا هجنس. ها سچ پچ

موتي ئي ڪٺي ايندو آهي، ڪڏهن لفظن جا موتي، ڪڏهن واقعن جا موتي، ڪڏهن ڪن داستانن جا موتي تہ ڪڏهن وري ڪن منظرن جا موتي. ڪڏهن بہ نہ ٿڪجندڙ هن مسافر سنڌي ٻوليءَ جي انهيءَ لهجي جي لفظن کي گڏ ڪري پڌرو بہ ڪيو آهي، تہ انهن تي وڏيڪ ڪم بہ ڪري رهيو آهي. سامونڊي ڪناري واري علائقي جي پسمنظر ۾ ڪهاڻيون ۽ ناول بہ لکيا اٿس. صنفن واري سانچي کي هڪ پاسي رکي، حقيقتن کي ڏسبو تہ اُهي هن علائقي جون سچون رپورتون ۽ وارتائون ضرور آهن. سندس ڪتابن ۾ اُتي جي ماڻهن جا تلخ تجربا ۽ مشاهدا موجود آهن جيڪي تاريخ جو حصو آهن.

منصور ٿلهي جو هيءُ ڪتاب ”سوکيءَ بندر ۽ سامونڊي سور“ سفرنامو سچ پچ پڙهڻ وٽان آهي، ڇاڪاڻ تہ هن بندر تي تمام گهٽ لکيو ويو آهي. منصور اتي وڃي ڏينهن جا ڏينهن رهي احوال محفوظ ڪيا آهن. بندر جي آسپاس کي ووڙيو آهي، هتان لڏي مختلف هنڌن وڃي وينل ماڻهن سان اتي وڃي ملي، ساڻن رهاڻيون ڪري، سمورا احوال حاصل ڪيا آهن. جيڪي ماڻهو پنهنجا اباڻا گهر ڇڏي ٻين شهرن يا ڳوٺن ۾ وڃي وينا آهن انهن ڏکيا ڏينهن گهاريندڙن جا داستان اسان جي سامهون آندا آهن. منصور جن ماڻهن سان وڃي رهاڻيون ڪيون انهن ۾ ڇاڇو عيسيٰ، محمد عمر خاصخيلي ڪيرواڻي، احمد خاصخيلي، حاجي ابوبڪر ڪتي، حاجي بابو شولاڻي، الهڏنو ٻاهوت، ناڪو الهڏنو ميربحر، الهڏنو خاصخيلي ڪيرواڻي ۽ ٻيا شامل آهن. هن ڪتاب ۾ هن علائقي جي شاعر محمد هاشم لهر جو بہ ذڪر ملي ٿو. مشهور استاد محمد هاشم لهر اصل ۾ ڪيٽي بندر جو رهاڪو هو. ڪيٽي بندر ڦٽڻ ڪانپوءِ هو ٻُهارا ۾ اچي رهيو، اتي منهنجون بہ ساڻس ملاقاتون ٿيون هيون. انهي حوالي سان هي ڪتاب نہ رڳو سفر نامو پر سماجي حالتن جو منظر نامو بہ آهي تہ دربدر ٿيل ماڻهن جا درد ڀريا داستان بہ آهن، منصور هن ڪتاب ۾ بندر جي اوج جو بہ ذڪر ڪيو آهي تہ وري ڦٽڻ جا سور بہ سليا آهن. بندر جي ڦٽي وڃڻ کان پوءِ ماڻهن جي حالتن جا منظر بہ چٽيا آهن. ايئن هن بندر جي تاريخي حقيقتن کي اسان آڏو آندو آهي.

جڏهن بہ ڪنهن محقق هتي جي سماجي تاريخ لکڻ شروع

ڪئي تہ منصور جو هيءُ ڪتاب هڪ ماخذ جي صورت ۾ موجود هوندو. هن ڪان اڳ، م گهٽ ۾ گهٽ هن انداز سان شايد ئي ڪنهن ڪم ڪيو هجي. هن بندر جي حوالي سان بہ هن کان اڳ هن نموني جو ڪو ڪم نہ ٿيو آهي. هيءُ ڪتاب منصور جي پيار جو پورهيو آهي ۽ پيار جو پورهيو جتي ڪٿي ۽ جڏهن ڪڏهن قبول ضرور پيو آهي. آئون ڪيس هن ڪتاب لکڻ تي مبارڪ ڏيان ٿو ۽ اسان جي نوجوانن کان اهڙي پيار جي وڏيڪ پورهئي جي اُميد ڪريان ٿو.

ڊاڪٽر محمد علي "مانجهي"
مڪلي۔ٺٽو
10 آڪٽوبر 2017ع

# ٻه ٻول چار ڳالهيون

لاڙ جو نالو ونندي، ذهن ماضيءَ جي ماڳن ڏانهن هڪدم تيزيءَ سان "لاڙو" ڪائي وڃي ٿو، سنڌ ملڪ جي آڳاٽي وقت جا "بندر ۽ بازاريون اُنهن جا اوج وارا احوال ڪنهن چترڪار جي ناهيل تصويرن وانگر رنگن ۾ رنگجي روح رهاڻيون ڪن ٿا. سمنڊ جون ڇوليون ذهن جي ڪنارن کي ڇُهي ونن ٿيون. پوءِ جن ڪتابن ۾ سنڌ ۽ سنڌ جي سهڻن بندرگاهن جي باري پڙهيو هُيو، اُهي ڳالهيون ياد اچن ٿيون. واه.اُهي ماڻهو ڪيڏا پيارا هُئا، جن سنڌ جي سامونڊي پٽيءَ جا سهڻا ڏينهن، بندرگاهن جا سهڻا اوج اکين سان ڏٺا هئا.
سائين مولائي شيدائي رحيم داد خان جنهن سخت پورهيو ڪري "جنت السنڌ" ۾ سنڌ جي تاريخ جو ذڪر ڪيو آهي. صفحي (2) تي لکي ٿو ته
"سن 1843ع تائين سنڌ هڪ ڌار ملڪ هو. قديم زماني م سنڌ هڪومت جون حدون اُتر ۾ درياهہ جهلم تائين هُيون ۽ ڪشمير جا بعض هيٺيان ضلعا بہ اُن ۾ شامل هئا. اُتر ۾ درياءَ هيلمند اُن جي حد بندي ڪندو هو ۽ ڏکڻ اُلهندي ۾ سندس سرحد مڪران جي اُلهندي م نور منشور پکڙيل هُئي ۽ ڏکڻ ۾ عربي سمنڊ هوس ۽ ڏکڻ اُڀرندي ۾ راجپوتانا ۽ جيلسمير ريگستان ۾ ڪٿي وڃي ٿي ختم ٿئي. سنڌ ملڪ پنهنجي قديم تهذيب، ثقافت ۽ تمدن رکندڙ ملڪ هُيو، اُن جي شاهد خود سنڌ جا ماڳ، مڪان ۽ بندر هئا. جن تي ڏينهن رات ڏيتي ليتي وڻج واپار هلندو هو. سنڌ جي سامونڊي پٽيءَ ۾ مشهور بندر هُئا اُنهن جو ذڪر دنيا جي سياحن پنهنجن سفرنامن ۾ احوال ڏنو آهي. اُنهن جي ڪتابن جا سنڌي ليکڪن ترجما ڪيا ۽ بندرگاهن جي حوالي سان اُنهن جو ذڪر قلم بند ڪيو آهي.
مولائي شيدائي ڪتاب "جنت السنڌ" جي صفحي نمبر 25، 32، 404 تي لکي ٿو ته: "ڀنڀور سنڌ جو قديم بندرگاهہ هو، جتي سنڌو نديءَ جي جهازن ۾ سامان "سامونڊري غورابن" م چڙهندو هيو. هاڪڙي تي "پارينگر" مکيہ بندر هو، ازنسواءِ سندو ندي جهاز رانيءَ ۽ مغربي ملڪن

ڪي ويجهو هئڻ سبب سندس واپار هزار ها ورهين کان مغربي دنيا سان
هلندڙ هو“، پنهور جنهن جو نالو بطليموس پنهنجي تاريخ ۾ ”باربائيڪا“
ڏنو آهي. سو ”تحفت الڪرام جي بيان موجب ”راجا پنهور راءِ تعمير
ڪرايو هو. سنڌ جو قديم بندر پٽالا کان سمنڊ ڏانهن ويندڙ رستي تي
گهاري کان پن ميلن جي فاصلي تي هو“.

سنڌ جي بندر گاهن جي آس پاس ۾ ڪيتريون وسنديون هونديون هيون.
انهن وسندين ۾ رهندڙ ماڻهو رات ڏينهن بندر گاهن تي ڪم ڪارن ۾
مشغول هوندا هئا. سنڌ جي ديبل بندر جو گهڻو احوال ملي ٿو. مولائي
شيدائي صفحن 103 ۽ 102 تي لکي ٿو تہ:

”ديبل سنڌ جو مکيہ بندر ۽ واپار جو مرڪز هو، سمنڊ شهر جي پٺين
سان موجون هڻندو هو. ”تاريخ طاهريءَ“ جو مصنف سنہ 1606 ع ۾ ٺٽي ۾
آيو. بشاري سنہ 375هہ ۾ ديبل بندر جي چؤگرد هڪ سؤ ڳوٺن جو بيان
ڪري ٿو، جنهن ۾ هندو واپاري هئا“. مولائي شيدائي صفحي نمبر 204
تي لکي ٿو تہ ”سنہ 132 هہ (740 ع) ڌاري بغداد جي بنياد پوڻ ڪري،
چين تائين عربن جا جهاز وڃڻ لڳا، عباسي فرمانروائن بغداد ۾ ڪرفايا،
عيسيٰ ۽ صر صر نهرون کوٽرايون، جن مان نَهر عيسيٰ وسيلي، جهاز
”فرات“ ۽ ”دجلا“ ۾ آسانيءَ سان اچڻ وڃڻ لڳا. اين واضح ”يعقوبيءَ جي
بيان موجب ”بَصرو“ دنيا جي واپا جو مرڪز بنجي ويو. جزائر مشرقي ۽
چين ۽ ڪاري منڊل جا جهاز ”ديبل“ تائين اچڻ لڳا ۽ سن 290 هہ
بصري جو واپار فرغانہ ۽ ”موراڪو“ تائين هلڻ لڳو. ملبار جا مصالحا ۽
سنڌ جو عنبر قاهره جي مارڪيٽن ۾ پنجوڻ تي وڪامجڻ لڳو.“ ان وقت
سنڌ جا شهر ديبل، نيرن ڪوٽ، سيوستان (موجوده سيوهڻ) خضدار،
قنزپبون، منصوره ۽ ملتان تجارتي مرڪز هئا“. ديبل جو آخري احوال
سومرن جي ڏينهن ۾ چنيسر جي دؤر ۾ ملي ٿو. جڏهن هن ديبل کي
تخت گاهہ مقرر ڪيو هو پر ابن بطوطا جڏهن ديبل کي ڏٺو ويران هو.
مصنف مولائي شيدائي متئين ڳالهہ ”جنت السنڌ“ جي صفحي (373)
تي لکي آهي ۽ صفحي 373 ۽ 374 تي لاهري بندر جو احوال هيئين طرح
قلم بند ڪيل آهي، ”لاهري جنهن ديبل کانپوءِ ناموري حاصل ڪئي، سو
”ديبل“ کان پنجن ميلن جي فاصلي تي سمنڊ کان ويهہ ميل اندرئين

پاسي مهراڻ جي هڪڙيءَ اُلهنديءَ واري شاخ تي واقع هو. شيخ ابوالفضل "آئين اڪبريءَ" ۾ لاهري جي تعريف ڪري ٿو. "مُصنف صفحي 431 تي لکي ٿو تہ:
قندار مرزا غازي بيگ جي جاگير هو، تنهن ڪري "هرات"، خراسان ۽ سمرقند جا رستا سنڌ سان واپار جي لاءِ کُليل هئا. سمنڊ رستي واپار لاهري بندر ۽ ٺٽي سان چالو هو". مصنف صفحي 102 تي لکي ٿو تہ:
ميجر جنرل هيگ جنهن جو ڪتاب "دي انڊس وئلي ڊيلٽا ڪنٽري" 1894ع ۾ لنڊن مان شايع ٿيو. تنهن "ديبل بندر" سنڌو نديءَ جي ڊيلٽا تي اُلهندي ڪپ تي ڏيکاريل آهي".
انگريزي سفير "سر رابرٽ شرلي" ايران ڏانهن ويندي، 1613ع ۾ ٺٽي کان جهاز رستي هڪ ڏينهن مسافريءَ ڪانپوءِ "ديبل" تي پهتو هو. ميجر ريورٽي عيسوي 17 صديءَ ڌاري "ديبل" کي ٺٽي کان 15 ڏينهن جي فاصلي تي بگاڙ جي ڇوڙ وٽ ڏيکاريو آهي".
"ڪپتان جان وڊ، جنهن 19 صديءَ ۾ ڪراچي کان آمود نديءَ جي مُنهن تائين مسافري ڪئي هئي، "ديبل" کي پير پٽي وٽ سنڌو نديءَ جي نقشي ۾ ڏيکاريو آهي".
لاڙ جا بہ مکيہ شهر آهن، ڪراچي ۽ ٺٽو ڪراچيءَ جي اهميت جو هڪ سبب هيءَ بہ آهي تہ اها هڪ سنڌائتي هنڌ تي آهي، جنت السنڌ صفحو 585، تي مصنف لکي ٿو تہ: ڪراچي ۽ سون مياڻي بہ ننڍڙا بندر مڇي مارڻ جون مياڻيون هيون. جت مهاڻن جا گهر هئا. هينئر لاڙ جو سامونڊي پٽيءَ وارو علائقو سمنڊ جي کاري ڏندن جي وچ ۾ آهي. انهيءَ سمنڊ جي پيٽ ۾ ڪيترائي سنڌ جا سهڻا بندر گم ٿيل آهن. اهي "بندر" ڪجهہ فاصلن ۽ ها ميلن جي فاصلن تي هئا. هاڻ اُهي داستان لڳي رهيا آهن. سمنڊ جي ان پيٽ ۾ سنڌ جا "بندر گاهہ" سان گڏ شهر ۽ قديم ماڳ بہ گم آهن. سنڌ جي بندر گاهن جو اوج وارا خيال ذهن ۾ ايندي ئي هيءَ تصور اُڀري ٿو تہ.. ديبل، لاهري جي ڪنارن تي دنيا جي مختلف ملڪن کان آيل وڏا ٻيڙا، جهاز جن ۾ ڪم ڪندڙ ماڻهو جيڪي پنهنجن مخصوص علائقن جي پوشاڪن ۾ بندر تي جهازن مان سامان لاهي رهيا آهن تہ مقامي مزدور بغير پانهن جون صدريون، قميسون پاتل

اتن. اهي پرڏيهي جهازن منجهہ سامان وتائي (اڇلائي) رهيا آهن. بندر گاهہ تي تيز هوائون گُهلنديون، سمنڊ جون لهرون اُنهن تيز هوائن تي تڪائي ۽ تيزي سان اچي بندر گاهن تي بيٺل ماڻهن جي مٿان ۽ انهن آيل ڏيساورن جي مٿان پاڻيءَ جون هلڪيون بوندون وسائي هليون وڃن ٿيون. جڻ اُهي ساموندي لهرون آيلن جو آڌرڀاءُ ڪنديون هُجن. بندر گاهہ تي بيٺل ماڻهن جون مختلف ٻوليون هجن ۽ اُنهن جا آواز هڪٻئي سان ملندا، اُهي پاڻ ۾ ڳالهائيندا، مُرڪندا، انهن جي چهرن تي هڪ عجيب سُهڻي مسڪراهٽ هئي، ائين لڳا، جڻ سڀئي پيار جي جوڄڻ (ونگ) ۾ ٻڌل هجن. جوڄڻ (ونگ) ها. تيز هوائن تي پاڻيءَ منجهہ بيٺل ٻيڙا، جهاز سڀ پينگهہ جيان لُڏندا رهيا ٿي. اُنهن بيٺل ٻيڙن ۾ لڳل وڏا سڙهہ“ وارا ڪپڙا بہ ڦڙڪندا رهيا ٿي. اُنهن سڙهہ وارن ڪپڙن جو آواز پري پري تائين ٿي ويا، سنڌوءَ جي ماڳن ۽ بندر گاهن جا جڻ گيت ڳائيندا هُجن ۽ ڪو سنڌو ماتريءَ جي ڪُک مان ڄاول فنڪار پنهنجي فن جو سريلي آواز سان سپت سنڌوءَ جا گيت ڳائي رهيو آهي. انهن جهازن جا سِڙهہ هوائن تي ڦڙڪندا، وڏا شور ڪندا، موهين جي ماڻهن جا محبتن وارا گيت، لاڙ جي ماڻهن جون مِنيون لاتوين، ڳائيندا هجن. ڪي سڙهہ وارا جهاز ٻاهرين ملڪن جا اُنهن جهازن تي مختلف نشانيون هجن، جيڪي اُنهن جي ملڪن جا نالا ٻڌائيندي ۽ ڏس پتا ڏينديون هُجن.

بندر تي ڪم ڪندڙ ماڻهو جهازن مان سامان لاهڻ ۽ جهازن ۾ سامان وجهندڙ ماڻهو ڪنهن پهلوانن ڪان بُت ۾ گهٽ ڪونہ هئا. اُنهن جا قد بہ ڊگها هئا. بندر گاهن تي سنڌي ماڻهن جي لوڏ مان پتو چٽو پوي پيو.

بندر گاهن جو سهڻو نقشو اکين اڳيان وري غائب ٿي ويو. پاڻ ڪي سنڌو درياهہ جي هڪ ڪنڌيءَ تي بيٺل ڏسان ٿو. جنهن تي ننڍڙا ننڍڙا ڄار وارا وڻ هُجن ۽ ننڍڙيون پٽ تي ڪَنڊ لاڙيل وَليون هجن. جيڪي ڪنڌي جي ڦٽڻ واري شاهدي ڏيندا هجن. اُهي ڪنڌيون. جن ڪي سنڌو درياهہ سدائين سائون سر سبز ڪندو آيو هو. جيڪو پنهنجي قوت سان سمنڊ جي ڪاري پاڻيءَ کي اڳتي وڌڻ ڪونہ ڏيندو هو.

سنڌو نديءَ جي پنهنجي سونهن سان لڏندي ڪڏندي ساموندي

پٽيءَ ۾ ايندي هُئي، ان جي اها سونهن ڏسڻ وٽان هئي. سا پنهنجي مٽي پاڻيءَ سان لاڙ کي ملير ملڪ بڻائيندي هئي. ”جنت السنڌ“ ڪتاب جي صفحي نمبر يارنهن 11 تي ڪتاب جو مصنف مولائي شيدائي لکي ٿو ته:

”رگ ويد جي ڏهين منڊل ۾ هن نديءَ جي تعريف پنجهتر سلوڪن ۾ بيان ڪيل آهي. هيءَ عظيم شان ندي، هماليه جبلن جي ڪيلاس پربت واريءَ ”مانسرو ڍنڍ“ مان نڪري، ڪشمير جي گلگت واري جابلو حصي کي لتاڙي، پارنهن هزار فوٽ بلنديءَ تان، جتي انسان جو لنگهه مشڪل آهي. پهريان بنجيءَ تائين اُتر اولهه، تنهن کانپوءِ ڏکڻ اولهه جو رُخ اختيار ڪري ٿي. تنهن کانپوءِ پنجاب، سنڌ جي ميدانن کي لتاڙيندي 18 سؤ ميل وَهي، سنڌ جي شاهبندر وٽ اچي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿي“. ياد رهي ٺٽي ضلعي ۾ شاهه بند جيڪو هن وقت سنڌجي ٿو، اهو ڇوٽون ”شاهه بندر“ آهي، جنت السنڌ جي صفحي )560( تي لکيل آهه ته ”ميان غلام شاهه شاهبندر تعمير ڪرايو هو“.

پوءِ جيئن جيئن سنڌو درياهه پنهنجا وهڪرا بدلائيندو ويو ته نوان ”بندرگاهه“ نهڻ لڳا ۽ پراڻن بندرگاهن جو ”اوج“ اجڙڻ ۽ مٽجڻ لڳو.

ڊاڪٽر محمّد علي مانجهي ”ڪلاچي“ تحقيقي جرنل ڪراچي ”سيپٽمبر 2002ع جي صفحي 89-90 تي لکي ٿو ته: ”سنڌ جا سامونڊي بندر ته ساري دنيا جي لاءِ دلچسپيءَ جو وڏو سبب رهيا آهن. بنهه آڳاٽي بندرن کي ڇڏي ديبل بندر ۽ لاڙي بندر کانپوءِ هن ملڪ جو ”اورنگا بندر ۾ چڱو مشهور ٿيو“.

ڊاڪٽر صاحب صفحي 190 تي لکي ٿو ته: ”سنڌ ملڪ جي مشهور بندر ”لاڙي“ بندر وارو هنڌ جڏهن واريءَ سان ريتجڻ لڳو ته اُتي جهازن جي اچڻ ۾ ڏکيائي ٿيڻ لڳي. تڏهن سندس اهميت گهٽجي ويئي ته وري اورنگا بندر جو بنياد پيو، جيڪو اورنگ زيب انهيءَ زماني جوڙايو هو، جڏهن هو اجان گورنريءَ جي عهدي (1648ع کان 1652ع) تي هو. لاڙي ۽ لاهري هڪ بندرگاهه جا نالا آهن.

سنڌ جا ڪيترا ”بندر“ جيڪي، سنڌو درياءَ جي رخ تبديل

ڪرڻ سان پنهنجو اوج وچائي ويٺا هئا.

سنڌ جي بندر گاهن جي تاريخ مختلف سياحن پنهنجي سفر جي حوالن سان ڏنيون. پيا بہ ڪيترائي سنڌ جا بندر گاهہ هئا. اُنهن جو احوال بہ ڪني ڪرڻ جي ڪوشش ڪبي. سنڌ جو سوکي بندر گاهہ جنهن جي باري ۾ سنڌي محقق، ليڪڪ جيڪو خود لاڙ جي پٽيءَ جو ماڻهو آهي. تنهن پنهنجي ڪتاب "ننو صدين کان" "تاريخ"، مصنف رسول بخش تميمي ڪتاب جي صفحي 169 تي ٻن سٽن ۾ سوکيءَ جو ذڪر ڪيو آهي.

"هي بندر پڻ لاڙ جي ساموندري علائقي جو هڪ ننڍڙو ۽ مختصر عرصي لاءِ بندر بنيو هو. هن جا آثار اجا تائين موجود آهن."

سوکي بندر گاهہ جا آثار اڄ بہ ڏنا هئا، پر سوکي بندر گاهہ سنڌ جو سهڻو بندر گاهہ هو، جيڪو سٽ جي ڍاڪي ۾ ڦتي ويو. هن بندر گاهن کي مقامي رهندڙ ماڻهو سنڌ جو ڪشمير چوندا هئا. سوکي بندر سوکي شهر جي امن امان جي حوالي سان ڳالهہ ڪيءَ آهي تہ هن شهر ۾ "ٽاٽو" ڪونہ هيو. هن بندر تي رات ڏينهن رونق لڳي پئي هوندي هئي، جتي راڳ رنگ ۽ ملاکڙا ٿيندا رهندا هئا.

ڪن ماڻهن سنڌ ۽ هند جي فنڪارن جا راڳ ٻڌا هئا. سوکيءَ جا هندو واپاري، هندستان مان فنڪارن کي گهرائيندا هئا. جنهن ۾ لتا، رفيع، جيڪي هندستان مان ٻيڙين ۾ چڙهي سوکي ايندا هئا. ان کان علاوه مقامي ماڻهو خوشين جي موقعن تي تر جي فنڪارن فنڪارائن جيوٽي، مائي ڀاڳي، سليمان شاهہ ۽ ٻيا فنڪار بہ ايندا رهندا هئا. سوکي بندر گاهہ جي آس پاس سوين ڳوٺ موجود هئا. اهي ماڻهو بندر گاهہ ۽ سوکي شهر ۾ ڪم ڪارين ۽ خاص ڪري ماڻهو مزدوري ڪرڻ جي لاءِ ايندا هئا. هن بندر گاهہ جو احوال ۽ ديبل بندر گاهہ جا احوال ساڳي ساک ڏين ٿا. ان جو مطلب تہ سنڌ جو مشهور بندر گاهہ سوکي بہ هڪ سهڻو "بندر" هيو

سنڌوءَ جي ڇوڙ واري علائقي جي خوبصورت ڇئن ڦاٽن جي وچ ۾ سوکي بندر گاهہ ۽ شهر هو. سوکي بندر گاهہ ٻن سُهڻن درياهن "سنهڙي ۽ ميرواهہ" جي وچ ۾ هو. ان کان سڌ پنڌ تي سوکي شهر هو، جنهنجي

اولهه ۾ "گابار" ڦاٽ، جيڪو قلندري ڦاٽ مان نڪري، اڳتي هلندو وڃي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو. سوڪيءَ جي اوپر پاسي کان ڏکڻ ۾ مُتڻي درياهه وهي ٿو. هن درياهه جو پيٽ ميل ويڪرو آهي. ڪارو ڇاڻ جي اُوپر طرفان کان هلندو اچي سوڪي جي آتر کان ڏکڻ مان گذري سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو. لاڙي ۾ ڇوڙ وارا ماڻهو سنڌو درياهه مان نڪرندڙ "ڦاٽن" کي به درياهه جي نالن سان سڏيندا آهن. مُتڻي درياهه تي "جاڏي واري پتڻ (مياڻ) مشهور هئي. هن پتڻ تي وڏا ٻيڙا ۽ ٻيڙيون (هوڙا) آچي بيهنديون هُيون. سوڪي بندر گاهه تي وڏن ٻيڙن، سڙهه وارا ٻيڙا ۽ ٻيڙيون هوڙا، جيڪي پرپاسن وارن درياهن، ٻيڙن مان گذري، سوڪيءَ ۾ اچي سنڌي هندن کان مال خريد ڪري ٻيڙا ڀرائي ويندا هئا.

سوڪيءَ جا وڏڙا ۽ مکيه ماڻهو سنڌي واڻيا هئا، جيڪي وٽج واپار جي حوالي سان ڏيهه ۽ پرڏيهه تائين مشهور هئا.

سوڪيءَ جي واڻين جو هر ڪنهن سان سُٺو ۽ سُهٽو چلتو هو، ۽ ضرورت مَندَ ماڻهن جي دل سان مدد ڪندا هئا. اهو ئي سبب هو، جو پرپاسن ۾ رهندڙ ماڻهو سوڪي ۾ آچي آباد ٿيندا هئا. سوڪيءَ ۾ اسڪول هُجڻ ڪري، پري پري جا ماڻهو پنهنجن ٻارن کي پڙهائڻ لاءِ خاص سوڪي ۾ ايندا هئا.

محالڪاري صاحب جنهن کي مئجسٽريٽ جا اختيار هئا، رهندو هو، سوڪيءَ ۾ تپيدار جو ديرو هوندو هو، هتي واپار جو وڏو مرڪز هُيو، تنهن ڪري سرڪاري ڪسٽم آفيس هُئي.

سوڪي شهر ۾ سارين جو فصل تمام گهڻو ٿيندو هو. سنڌ جي ٻين ضلعن کان ماڻهو لاٻارن جي موسم ۾ ٻيڙين منجهه چڙهي ايندا هئا. سکر، ميرپورخاص، بدين، حيدرآباد، ٺٽو وغيره سوڪيءَ ۾ سارين چڙهڻ جو ڪارخانو هُيو. سوڪيءَ جا چانور رڌ پچاءِ ۾ ڪائڻ ۾ ڏاڍا مزيدار هوندا هئا. سوڪيءَ جا مال وَندَ ماڻهو سکيا ۽ ستابا هئا. هِنن وٽ مختلف قسم جا وهٽَ، پلوڙ مينهون، ڳئون، گهوڙا، اُٺ وغيره هئا. سوڪيءَ ۾ کير مکڻ تمام گهڻو هوندو هو. ماڻهو کير ۽ مکڻ وڪڻندا ڪونه هئا، پر ماڻهن کي مفت ۾ ڏيندا هئا.

سوڪيءَ جا ماڻهو محنتي، هاريپ ڪندڙ ۽ هَٿَ جي هُنر جا ماهَر

هئا. سوکيءَ ۾ سارين کان علاوه پَنَ (گاهہ جو قسم) گهٽو ٺيندو هو جو
پرپاسن ۾ رهندڙ ماڻهو پَنَ جا پيڙا ٺاهي پرائي ويندا هئا. سوکيءَ جي "پَنَ"
گهٽي مشهور هوندي هئي.

سوکيءَ ۾ پَنَ تمام گهٽي ٺيندي هئي. ان پَنن مان ماڻهو تڏا،
تنوريون، ڇَلون، ڇَل، چليون، هٿ وارا پکا، ڇِڪون، پڙش وغيره انهن تي
الڳ الڳ نمونا مڙهيل اهي سڀ ڏسڻ وٽان هوندا هئا. انهن تي هَٿ جي
هُنر جو ڪمال ڏسڻ ۾ ايندو هو. ڪي شوقين ماڻهو سوکيءَ ۾ آچي تڏا
تنوريون ڇَلون ۽ چليون وٺي انهن جا وڏا پيڙا پرائي ويندا هئا.

سوکي جا اُٺ ۽ اُنيون مشهور هونديون هيون، اُنين کي پالڻ ۽
اُنين جو واپار ڪرڻ، خاص طور تي جَتَ ڪندا هئا.

جيڪي صدين کان وٺي ساموندي پٽي ۾ اُنين چارڻ ۽ وڪرو
ڪرڻ جا ڏنڌا ڪندا اچن پيا. فقيراڻي جت وڏن پيڙن ۽ ٻيڙين منجهہ
اُنيون چاڙهي پوءِ پرپاسن وارن ملائڪن ۽ پري پنڌ تي ٻين ملڪن ڏانهن
ساموندي رستن ۽ خشڪي وارن رستن، دڳن جي ذريعي نڪري ويندا
هئا.

فقيراڻي جَت پنهنجيون اُنيون ٻين ملڪن ڏانهن ڪپائڻ جي لاءِ
ڪاهي ويندا هئا تہ اُهي رَستي ۾ منزلون ڪندا، انين کي وڪرو ڪندا،
هلندا ويندا هئا. اُنين جي واپار ۾ فقيراڻي جَت مشهور آهن. جڏهن
درياهہ ڦِٽا، ٻيٽ اُجڙيا ۽ ڪنڌين ۾ ڪوڪار نہ رهي، ماڻهن پنهنجا اصلي
ماڳ ڇڏي، ٻين ترڙن (جاين) ڏانهن هليا ويا، جتن جا مختلف پاڙا بہ لَڏي
ويا، فقيراڻي جَت بہ سنڌ جي شهرن ۾ وڃي آباد ٿيا، پر هن وقت ڪجهہ
فقيراڻي جت درياهن جي ڪنڌين ۽ ٻيٽن تي موجود آهن، اُهي انين
چارڻ ۽ ڪپائڻ وارو ڌنڌو ڪن ٿا.

هن وقت جن شهرن ۾ فقيراڻي جت رهن ٿا، انهن ۾ ڪيٽي
بندر، شاهہ بندر، ڇڇ جهان خان، جاتي، گولاڙچي، بدين ۽ بدين ضلعي ۽
ٺٽي ضلعي جي ٻين شهرن ڏانهن ۽ ننڍين وڏن ڳوٺن ڏانهن هليا ويا.

هندن جي ذات ٽِڪر

سنڌ ۾ ٽَڪر يعني مِٽيءَ جا ٿانوَ ٺاهيندڙن کي "ڪُنڀر ۽
ڪنڀار" چوندا آهن. سوکي بندر گاهہ تي ڪُنڀر ۽ ڪُنڀار رهندا هئا.

لاڙي ۽ ڪاري جا ماڻهو اڪثر ڪُنڀار جو لفظ استعمال ڪندا آهن ۽ "ڪنڀر" بہ سڏيندا آهن. اُهي نِڪرَ جا ٿانو، جن ۾ ڏيا، ڏياٽيون، پارا، پاٽڙيون، پاريون، پاتڙا، ڪُنيون، ڪُنا، مَٽَ، مَٽيوُن، چلون، گهاگهرون، ڪَرا، بدنا، وٽيون، پيالِيون ۽ ٻارن جا رانديڪا ٺاهيندا هئا. سوڪيءَ ۾ ڪُنڀارن جا وڏا مڪان هئا، سوڪي جي بازار "مناٺي" جي حوالي سان مشهور هوندي هئي. انهيءَ ۾ مناٺي وارا دڪان هندن جا ۽ مسلمانن جا هوندا هئا. واڻيان مناٺي ناهڻ جا وڏا ڪاريگر هئا. خاص سوڪيءَ جي مناٺي ڪائڻ جي لاءِ سوڪي بندر جي پاسن ۾ رهندڙ ماڻهو شام جي وقت پيڙين ۾ چڙهي سوڪيءَ ۾ ايندا هئا.

سوڪيءَ ۾ حجام جا دڪان، درزي جا دڪان، جيڪي خاصخيلي ۽ شيدي عبدالرحمان جو پيءُ عثمان شيدي وڏو درزي ۽ ڪاريگر هو، انگريزن جا ڪوٽ بہ ٺاهيندو هو سوڪيءَ ۾ ڪپڙن جا وڏا دڪان، سُٽ ۽ سُئي ڌاڳي، سَنهي پَٽَ، چوڙين جا دڪان هئا. انهن دڪانن تي مردن ۽ ٻارن جي پيهہ لڳي پئي هوندي هئي.

سوڪيءَ جو شهر گهمڻ جي لاءِ ٻير وارن ڳوٺن، پيٽن تي رهندڙ ماڻهون، پيڙين ۾ چڙهي صبح جو سوير سوڪي ايندا هئا. گهمندا ڦرندا، پوءِ سانجهي ٽاڻي وري پيڙين ۾ چڙهي واپس ويندا هئا، جن ۾ گهڻو تعداد مقامي واپارين جو هوندو هو. اُهي سوڪي مان سيڌو سامان، چانور، وغيره وٺي پنهنجي ماڳن تي ويندا هئا.

جن ماڻهن پنهنجي سانڀر ۽ جواني ۽ ٻاروتڻي عمر ۾ سوڪيءَ جي سُڪن وارن سهڻن ڏينهڙن کي ڏٺو، انهن مان ڪي حال حيات، زندهہ آهن. اُهي هن وقت وڏي عمر جا بزرگ جهونا آهن.

ڪن بزرگن، پوڙهن ۽ جهونن ماڻهن سان مليس، اُنهن جي جُهريل چهرن، جُهور اکين ۾، اُميد جي چمڪ هُئي. ان سان گڏ سندن چهرن تي اداسي جون سوين سمنڊ جي لهرن جهڙيون لڪيرون نهيل هجن. اُهي سوڪيءَ جي سکن ستابن وارن ڏينهن جي ڳالهہ ڪري، ڏڪارا ٿي ويا ٿي. انهن جو اندر جُهري ٿي پيو. هڪ بزرگ چيو، هنن پٽن کي سامونڊي سورن سُڪائي ساڙي ماري وڌو آهي، هاڻي ساهہ بہ سولا ڪڍي نٿا سگهن. هينئر بہ اُهي جهور، بزرگ ماڻهو مَن ۾ اها آس رکيون ويٺا آهن تہ:

سنڌو درياهَ منجهه لُڙاتو، مِٺو پاڻي وهي ايندو ۽ بغير روڪَ ٽوڪَ جي وهندو هلندو اچي سنڌ جي پيٽن، ڪنڌين، ڍورن ۽ ڇَڇَ ۽ ڇاڙن کي آباد ڪندو هلندو وڃي سمنڊ ۾ پوندو هو. جڏهن اسين سوکيءَ ويندا هئا تہ درياهہ جا اوج ڏسندا هئا. ڪنڌين تي مال جون ڪُڏڪاريون مٿل هونديون هيون، نوجوانن جا ميڙاڪا مٿل هوندا هئا، ڪنڌين تي مهاڻن جا ماڳ ۽ ڳين جا پاڳ جاڳي پوندا. ائين ڇئي وري خاموش ٿي ويا. انهن ماڻهن جي هر آس انهن جي ڪچن ڌاڳن جيان ٽٽندي ڇڄندي ڏٺي.

جن دوستن، سڄڻن ۽ سوکي وارن بزرگن پنهنجي وڏي عمر هوندي بہ وکون کڻي ڪچهرين ۾ آيا. انهن سوکي جا حال احوال ٻڌايا، آئون انهن جو ٿورائتو آهيان. خاص طور تي ڀاءُ جليل کتي، باقر خان مروا بلوچ، ايوب شاه، سائين ڊاڪٽر محمد علي مانجهي، سائين عطا محمد ڀنڀرو، جنهن سان سنڌ جي ساموندي بندر گاهن بابت ڳالهہ ٻولهہ ٿيندي هئي. سائين ڊاڪٽر شير مهراڻي، سائين عبدالفتاح هاليپوٽو، الله ڏنو خاصخيلي عبدالله مرگهر، ڀاءُ شفيع مرگهر، ننيڙي ڀاءُ شاهزيب ميمڻ ۽ سڪ واري سڄڻ ساجد سنڌي جو پڻ ٿورائتو آهيان. انهن سڀني دوستن جا وڙ وسارڻ جهڙا نہ آهن.

مون هن سفرنامي ۾ سوکيءَ جي باري ۾ ڪوشش ڪري جيڪو مواد حاصل ڪيو ۽ جن ماڻهن سان مليو آهيان. اهي اڃان بہ حال حيات آهن.

اميد تہ هي پورهيو قبول پوندو.

منصور ٿلهو
18-10-2017

ننگر ۽ ناڙيون، پگهه پنڌ ٿيا،
بندر بازاريون، سچا سامونڊين ري.
(سر سامونڊي، شاهه)

ڪارو چاڻ جي ڪنڌيءَ تي ٿڌڙي هوا گهلي رَهي هُئي. ڪجهه ماڻهو پاتڻيءَ جي انتظار ۾ بيٺا هجن. قاتِ درياهہ ۾ ٻيڙي نظر آئي، اُن ۾ لڳل ٽنگميشن (موٽر) جو آواز هوا تي چٽو ٻڌڻ ۾ آيو پئي. جيئن ٻيڙي ڪنڌيءَ جي طرف وڌندي پئي اچي، تيئن موٽر جو آواز تيز ٻڌڻ ۾ اچي رهيو هو. تَڙَ تي بيٺل ماڻهن ۾ چُر پُر پيدا ٿي، اهي پنهنجو سامان ناهڻ ۾ لڳا. ڪن ڪي هَٿَن ۾ سيڌي سامان وارا ٿيلها هجن. هڪ همراهه ڪنڌ ورائي ٿيلهي واري کي چيو:

"ڪارا! ويسي ڪِٿان وٺيون پيو آچين؟"

حاجي! ڳاڙهي مان خيرو خاصخيلي جي دڪان تان، گهر جو ڳنڍڻ ۽ ويسي ورتي آهي..." اڳي ڪاري ۾ سڀ ڪجهه ملندو هو، هِير پورا وکَر بہ دُڪان تي رکيا ڪونهن، ۽ ويسي بہ پوري ڪانهي، (ڪاري جي لهجي ۾ "ويسي" جي معني سيڌو سامان ۽ رڌ پچا جو سامان آهي). ڪارو جنهن جي هٿ ۾ سامان جون ٿيلهيون هجن، اهو ٻيڙي ۾ چڙهي هوڙي جي موري (اڳيون حصو) تي وڃي ويٺو، ڪي وري سڪاڻ يعني پاچيل تي ماڻهو ويٺا هجن.

عورتون ۽ ننڍا ٻار هوڙي ۾ چڙهيا، اهي ٻيڙي جي ڪُڻ ۾ ويهڻ لڳا تہ انهن کي پاتڻي (پاتڻي، ٻاتَ، ٻيڙي، هوڙو هلائيندڙ) وڏي آواز ۾ چيو:
"لي! توهين پنهنجن ٻچڙن کي ڪڻ ۾ خيال سان ويهارجو، اتي ٻيڙي جا پاتيا (ڪائيون) پيا آهن." عورتون ٻيڙي جي ڪڻ ۾ رکيل پاتين کي هٿ سان سوري هڪ پاسي تي ويهي رهيون.
حاجي هيڏي هوڏي نهاري ٻيڙي ۾ ويٺل ماڻهو کي چيو، "عيسيٰ! الهڏني اڄ "پاتا" چاڙهيا آهن، ان جي مون کي دعوت آن." پاتا ڪئڻ جي لي آئن، پاتن ۾ طاقت آ." حاجي جي جملن ۾ پاتا لفظ تي وڏو زور هجي. پاتڻي ٻيڙيءَ ۾ ناري پوءِ پتڻ جي طرف ڪن ماڻهن کي ايندو ڏسي، انهن جي انتظار ۾ ويهي رهيو.
چاچو عيسيٰ سوچن ۾ گم هو، هن حاجي کي جواب ڏيڻ بجاءِ درياهن جي لهرن کي ڏسندي ٿڌو ساهہ ڀري چيو، "سامونڊي لهرون اسان جي ماڙن سان "موت وارا کيڏ" کيڏنديون آهن."
ها، عيسيٰ! "سچ ٿو چوين، لهرن جو اهو سلسلو صدين کان هلندو اچي پيو، ڪاري پاٽي اسان جي وڏن جون زندگيون ڳڙڪايون آهن، جڏهن بہ ڪاري پاٽي ۾ ٻيڙي هلندي آهي، لهرون شور ڪنديون ٻيڙي جي پاتين سان ٽڪرائي هليون وينديون آهن، انهن لهرن ۾ پنهنجي عزيزن، رفيقن ۽ وڏڙن جون تصويرون ڏسندو آهيان."
حاجي ۽ عيسيٰ جي اهڙي گفتگوءَ تي ٻيڙي ۾ ويٺل ماڻهن ۾ ٿوري جهٽ لاءِ خاموشي ڇانئجي وئي.
پاتڻي وات ۾ ڇُورو (گهُٽڪو) وجهي، هڪ نوجوان ڏانهن نهاريندي:
ڳڀور! تون پڙهين پيو ڪڙهين پيو... ٻڌو آٿم... پڙهڻ ڇڏي ڦاٽ درياهہ جون ڪنڌيون پيو ڪوڪارين..."
نوجوان کي پاتڻي جا لفظ ڳرا لڳا، منهن ۾ گهنج پئجي ويس، پر ٻيڙي وارن کي ڏسي ماٺ تي ويو. هڪ عورت کيسي ۾ هٿَ هڻي. ابا...! پاتڻي.
"پتڻ ڪيترو آن؟"
مائي! ٽيهہ روپيہ ڏج."
ابا! ڏهہ کين ڏينديس. ڇهہ روپيہ آئن. (آهن)
مائي، ٺيڪ... جيڪي هجن، سي ڏجانءِ.

تڙ تي بيٺل ماڻهو ٻيڙيءَ ۾ چڙهيا، پنهنجو سامان سنڀالي ويهي رهيا، هوا تيز گهلي رهي هئي، سڪاڻ تي بيٺل پاتڻي جا ڪپڙا ڦڙڪندا رهيا، ٻيڙي جي اندر واري حصي ۾ ته ڪي ماڻهو ٻيڙي جي ٻنهي ڇيڙن تي ويهي رهيا.

پاتڻي آواز ڏنو، ڪَڻ ۾ مُهري وارا پانجو سامان سوَلو ڪريو. سڪاڻ تي ويٺل ماڻهو ٽنگ مشين ڪان ٽورو پري تي جاءِ ٻڌايو، حاجي رونجهو ٽپولا ڪنيو اچي پيو.

پاتڻي ائين چئي هٿ مٿي ڪٽي "اولا" چيو:

تڙ تي هڪ همراهه پلاسٽڪ جا ڊرم ڪنيو آواز ڏيندو پئي آيو. پاتڻي جو آواز ٻڌي هٿ مٿي ڪنيو ته ان به هٿَ مٿي ڪنيو ۽ ٻيڙي ڏي اچڻ لڳو. ٻيڙي ۾ ويٺل هڪ همراهه چيو "اولا" ڪيڪار ڪي چئون، لاڙ جا ماڻهو هڪ ٻئي کي سلام ڪندا آهن.

ٻيڙي ۾ ويٺل نوجوان هَٿَ وڌائي ان ماڻهو ڪان پلاسٽڪ جا ڊَرم وٺي پاسي ۾ رکيا ته اهو ماڻهو ٻيڙيءَ ۾ چڙهي جِتي پاتڻي ويٺو هو، ان ڏي وڌڻ لڳو ته پاتڻي آواز ڏنس.

"حاجي هلي آ سُڪاڻ تي چاچا عيسيٰ سان گڏ سَولو ٿي ويهه."

پاتڻي هاڻي ٽنگ مشين چالو ڪر... چاچا عيسيٰ آواز ڏنو.

پاتڻي ٻيڙيءَ ۾ نهاري هٿ سان هلائڻ وارو ڳن ڇڪي ٻيڙي ۾ رکي پوءِ ٻيڙي ۾ لڳل موٽر کي چالو ڪيو... موٽر جو آواز هوا ۾ گونجڻ لڳو. ڦات درياهه ۾ ٻيڙي موڙ کائي هَلڻ لڳي... چاچو عيسو پاڻيءَ جي لهرن کي ڏسندو، تڪيندو رهيو. پاتڻي کائن پڇيو

عيسيٰ! چا پيو ڏسين.

پاتڻي! پهرين بيت ۾ وائي ٻُڌ... پوءِ سوالَ ڪجانءِ... ائين چئي چاچو عيسو ڳائڻ لڳو:

پيهي جان پاڻ ۾ ڪيم روح رهاڻ،

نَڪو ڏونگر ڏيهه ۾، نَڪا ڪيچين ڪاڻ،

پُنهون ٿيس پاڻ، سسئي تان سور هئا.

ٻيڙي پينگهه جيان لُڏندي لمندي هلندي رَهي، ڏينهن تڪو ڪونه هجي. ٻيڙيءَ ۾ ماڻهن جي مُنهن تي خوشيءَ واري لَهر ڏسڻ ۾ نه ٿي آئي، هر ڪو سورن جي ڳوهيل آٽي وانگر ويڙهيو سيڙهيو ويٺو هُجي...

پيڙي ۾ ويٺل کي ماڻهو پاڻ ۾ ڪچهري ڪندا رهيا. انهن جي ڳالهه ٻولهه ۾ استعمال ٿيندڙ لفظن جا اُچار ۽ معنائون سمجهي نہ ٿي سگهيس. انهن ماڻهن جي ڳالهائڻ وارو لهجو مٺ هجي. سنڌي ٻوليءَ جي اترادي وچ وارو، ٿري ۽ ڪوهستاني لهجن کان بنهہ الڳ لهجو هو.

ذهن ۾ بہ ٿي پيرا اِنهيءَ جملي کي پٺي پڙهندڙ ٻار وانگر پيرا ڏيندو رهيس تہ جملو ياد ٿي ويو. هوا جو تيز جهوٽو آيو. سُڪاڻ تي ويٺل ماڻهن کي هلڪو ڌوٽو ڏيندو هَليو ويو. مان ذهن جي پاندري ۾ لفظ جمع ڪندو ويس.

پاٽي يوسف جا لفظ "پپولا"، "اولا"

چاچي عيسيٰ جو لفظ "پاتا"

پوڙهي مائي جا لفظ "پَتڻ"، "آن"

پاٽي جي پير ۾ ويٺل همراهہ درياهہ منجهہ نِهاري وري شاهہ عبداللطيف جي وائي جهونگارڻ لڳو:

وِرسئا ويچ ويچارا! دلِ ۾ دَرد پرين جو،

اُٿيو ويڃا! مَ وِهو وَيجو دَيَ ڪٽي،

دل ۾ درد پرين جو

پُڪي ڏيندا پاجهہ جي، آيا سُور ڏٽي،

آيا جي جيارا

دل ۾ دَرد پرين جو...

چاچي عيسيٰ جي آواز ۾ وچڙيل سامونڊي ماڻهن جو دَرد سمايل هجي. وائي جو آواز هوا سان گڏجي سڄي ماحول کي ڏک جي ڏور ۾ وکوڙيندو ويو. هوڙي ۾ ويٺل سيئي ماڻهو نندڍا وڏا ماٺ جي مُٺِ ۾ سوگها بند هجن.

واقعي شاهہ جي واين ۽ بيتن کي لاڙ جا ماڻهوءَ درياهہ جي پڇاڙ جا ماڻهو ڳائي ڄاڻن، اهي شاهہ ٻتائي جي لفظن کي ڄاڻن ۽ انهن جي اهميت کي سمجهن ٿا... تڏهن ايتري درد سان پيا ڳائين.

پاٽي يوسف ڪيسي مان گٽڪي جي پڙي ڪڍي وات ۾ وجهي، چاچي عيسيٰ کي ڏنو، جيڪو خيالن ۾ مست ٿي درياهہ جي لَهرن ۾ نهاريندو ٿي رهيو. شايد ڪجهہ ڳولي رهيو هو. پوءِ چوڻ لڳو.

ڦاٽ جي پاڻي ۾ لهرون اٿنديون آهن، انهن لهرن ۾ پنهنجن عزيزن، رفيقن ۽ وڏڙن ۽ دوستن جا چهرا ڏسي ونندو آهيان. جڏهن ٻيڙيءَ کي درياهہ منجهہ ڏسندو آهيان، پوءِ شاهہ جون وايون ڳائيندو، من جي مانڌاڻ واري ولوڙي کي ماٺو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان.“

اسان ماڙ وارن جي لاءِ شاهہ جا بيت ۽ وايون وڏو ڄهلو آهن. جهريل جيءَ جي لاءِ آٿت آئن. شاهہ سائين پنهنجي بيتن ۾ سنڌ ۽ لاڙ جي پٽيءَ کي وڏو مان وارو ٻٽائي ڇڏيو آهي.

هو وڏي آواز ۾ پنهنجي دل جي ڳالهہ ٻيڙيءَ وارن کي ٻڌائي رهيو هو. هن جي ڳلي ۾ دَرد هُجي... اُن درد کي سمجهڻ جي لاءِ درياهہ جيڏي دل هُجي.

انهي ماڻهوءَ جا لفظ ”ماڙن“، ”جهلو“ (ڄهلو= ڳُجي، ڍڪڻ، اندر ۾ سانڍڻ) ۽ ”سُڪاڻ“ (سُڪاڻ= هوڙي جو يا ٻيڙيءَ جو پويون حصو، جتي ناکئو يا پاتڻي ويهندا آهن.) ذهن جي ڀانداري ۾ رکي ڇڏيا. ٿڌڙي هوا گهُلڻ شروع ٿي، چاچو عيسو جيڪو وڏيءَ ڄمار جو هَجي، پاتڻي يوسف جي پاسي ۾ ويٺل ماڻهو کي ڀاڪر پائي چيو ”وٽجارن جي لاءِ تہ شاهہ صاحب اِهي وايون جوڙيون آهن. اسين شاهہ ڀٽائي جا ٿورا لاهي ڪين سگهنداسين. جو لاڙ وارن ۽ پڇاڙ وارن ماڙهن (ماڻهن) کي هميشہ جي لاءِ جياري ويو. اڄ اسان هن ماڳ جا ماڙهو (ماڻهو) ان ڪري ياد پيا ڪيون.

هوا ۾ ٻيڙيءَ جو آواز وڌندو آيو. اسان جي ٻيڙيءَ ڪان ٿورو فاصلي تي ٻيو هوڙو وڃي رهيو هو. اُن جي ٿنگ مشين جو آواز هوا ۾ هلڪو ٿيندو ٿي ويو، اهو هوڙو درياهہ جي ٻي ڪنڌي ڏانهن ٿي ويو.

درياهہ جي پاڻيءَ جو رنگ مٽيل ڏسجي رهيو هو. سنڌو درياهہ جو پاڻي هڙو ڪونہ هوندو آهي... دل ۾ چيم.

ڦاٽ درياهہ جو پاڻي هلڪي نيري ۽ سائي رنگ جهڙو هيو.

چاچا عيسيٰ جنهن مون کي ڏٺو پئي... پوءِ چيائين:

ادا! ڀلي ڪري آئين، تون سُڪيءَ جو آهين...“

چاچا عيسيٰ جو جملو... ”تون سُڪيءَ جو آئين...“ ٿپ سمجهہ ۾ ڪونہ آيو... پر زبان مان ”ها“ نڪري ويو.

ابل! سُڪي وارا ماڻهو ڪاري پاڻيءَ بابت ڪِي ڪين ڄاڻن. هن

ڦاٽ درياهہَ ۾ سمنڊ جو کارو پاڻي آهي. چاچو پنهنجي جملن ۾ "کارو" لفظ تي زور ڏئي رهيو هو، جڻ اهو ٻڌائيندو هجي تہ هاڻ اسان جي زندگين جا پساهہ کاري پاڻي سان جڙيل آهن. چاچا جي انهن لفظن ۾ وڏو درد سمايل هجي. پوءِ ڦاٽ درياهہ جي پاڻيءَ ڏانهن ڏسي چيو.

سنڌو درياهہَ جي لُڙاتيل پاڻيءَ جو ڏيک ئي پنهنجو هوندو هو. جڏهن اهو پاڻي درياهن ۽ اُن جي ڇاڙن منجهہ وهندو هو تہ اسان جا هيانوَ ٺري پوندا هئا... درياهہ جون ڪنڌيون سايون سڪيون، ستابيون هونديون هيون. ٻاڦين جا ٻاڦ ڇيلن وانگر ڪُڏ ڏيندا هئا... هاڻ کاري پاڻي سڀ ڪجهہ ڦتائي ڇڏيو آهي. ڪنڌيون ڪَرڙڪِيُون پيون آئن... سُڪي سڙي ويون آئن. ماٺهو ڪک پن وانگر ڪي ڪاڏي ويا تہ ڪي ڪيڏي ويا.

ڪجهہ منٽن کانپوءِ ٻيڙي آچي ڪنڌيءَ سان لڳي بيهي رهي. پاتڻي لَٽو ٻيڙي کي ٻڌي، پوءِ ٻيڙيءَ مان ڪاٺ وارو تخطو ٻيڙيءَ جي مٿان ۽ اُن تخطي جو ٻيو ڇيڙو ڪنڌي جي پاسي تي رکيو. ٻيڙيءَ ۾ ويٺل ماڻهو لهڻ لڳا. پاتڻي يوسف ڪنڌي وَٽ بيهي چوڻ لڳو.

پَترُ ڏيو. پَترُ پِرَيو. پترُ ڪَيو. پاتڻي اهي لفظ اهڙي سُر سان چيا جو سيني جا ڌيان پاتڻي ڏانهن هليا ويا.

پوءِ سيني پنهنجن کيسن منجهہ هَٿَ هنيا ۽ ڏوڪڙ ڪڍي پاتڻي کي ڏيندا هلندا ويا. ٻيڙيءَ ۾ ويٺل عورت کان پاتڻي ڀاڙو گهريو تہ هن کيسي مان ڇهہ روپيہ ڪڍي پاتڻيءَ کي ڏنا...

"ابا...! ڀاڙو وَٽَ ڇهہ روپيا آئن."

"مائي! مهرباني."

سامهون ميدان تي ڪو وَڻ ڏسڻ ۾ ڪونہ آيو، ڪلراٺي زمين هُجي. چوندا آهن "جتي وڻ نہ هجي، اُتي ڪانڊيرو وڻ" پر هت ڪانڊيرو بہ ڪونہ هُيو. ماڻهن سان گڏ هلندو رهيس. صبح جو حيدرآباد کان نڪرڻ وقت ڊاڪٽر جليل ۽ الهڏنو خاصخيلي انهن کي اچڻ جو ٻڌائي ڇڏيو هو. ايتري ۾ ڊاڪٽر جي فون آئي.

"ادا... ڪٿي پهتا آهيو؟"

"ڪارائي پتَن تي پيو هلان."

"چا... پترُ تي پهچي ويا آهيو.

"ادا جليل! ڪاري ۾ آهيان... بس تنهنجي اوطاق تي پهچڻ وارو آهيان."
"آچو... آچو... الهڏنو خاصخيلي بہ ويٺو آهي..."

ڪجهہ منٽن ڪانپوءِ ڏٺو تہ ڊاڪٽر جليل ۽ الهڏنو خاصخيلي ٻئي آچن پيا... انهن کي ڏسي ڏاڍي خوشي ٿي. ٻئي سِڪَ سان مليا. پوءِ اچي ڊاڪٽر جليل جي سرڪاري ڊسپينسري تي آياسين. هيءَ سرڪاري ڊسپينسري بہ هُئي تہ مهمانن جي لاءِ "اوطاق" بہ هئي.

ڊاڪٽر جليل ماني تِڪي اڳي ئي تيار ڪرائي ڇڏي هُئي. جيئن پهتس تہ ماني اچي وئي، پوءِ هٿ مُنهن ڌوئي ماني کائڻ ويٺس تہ بہ مهمان پيا بہ آيا. سڀني گڏجي ماني کاڌي سون... ماني ڪانپوءِ اُهي مهمان ڊاڪٽر جليل کان موڪلائي تکڙا هليا ويا. باقي الهڏنو خاصخيلي کيرواٽي ڊاڪٽر جليل ۽ آئون ڪچهري ۾ ويهي رهياسين. ڊاڪٽر کاري چاڻ جي چَنن، منهن ڏانهن ڏسي سوکيءَ جو سڻاءُ ناهڻ لڳو.

ادا! صبح جو سوير سوکي بندر تي هلنداسين، ان سان گڏ درياهن، ڦاٽن، چاڙن ۽ ڍورن تي رهندڙ قربائتن ماڻهن سان ڪچهريون ڪندا، ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ واپس ڪاروچاڻ ايندا سين. پوءِ رات دير تائين ڪچهري هلندي رهي، هڪ وڳي ڌاري ڊاڪٽر موڪلائي هليو ويو.

صبح جو سج جا ڪرڻا ڪارو چاڻ جي چنن، منهن تي ڪرڻ لڳا. آهستي آهستي سج مٿي چڙهندو آيو، ناکئو الهڏنو اچي سلام ورايو ۽ چيائين. "هوڙو تيار آهي، وسي وٺي آيو آهيان، اتي منهنجو پٽ ويٺو آهي، آءُ توهان کي وٺڻ آيو آهيان. ڊاڪٽر جليل چيو هو تہ صبح جو سوير سوکي بندر تي هلنداسين."

"ناکئا! توهان جي مهرباني."

ايتري ۾ ڊاڪٽر نيرن ڪٽي آيو، پوءِ اسان گڏجي نيرن ڪئيسين. تنهن ڪانپوءِ الهڏنو خاصخيلي، ناکئو الهڏنو ملاح ۽ ڊاڪٽر جليل سڀئي گڏجي "ڦاٽ درياهہ" تي آياسين. ڦاٽ درياهہ جو پيٽ ويڪرو ڏسڻ ۾ آيو، جڏهن تہ ڪجهہ سال اڳ ڦاٽ درياهہ جو پيٽ سوڙهو هوندو هو. ڦاٽ درياهہ ڪاري جي زمين ۽ پاسن کان ڳوڻن جون ڪنڌيون پائيندو، پنهنجو پيٽ وڌائيندو رهي ٿو. مون کي اهو خوف ورائي ويو ڪٿي، ائين نہ ٿئي جو ڦاٽ درياهہ ڪارو چاڻ کي بہ پنهنجي پيٽ ۾ صدين لاءِ گم ڪري ڇڏي.

ناڪئي آواز ڏنو، ادا! اچو ٻيڙي منجهہ ويهو. منهنجي خيالن جو سلسلو ٽٽي پيو، پوءِ اچي ٻيڙي ۾ ويٺس، ٻيڙي درياهہ جي وچ مان هلندي رهي، هوا تي تيز لهرون ٻيڙيءَ کي لوڏينديون وڃن پيون. آسمان ۾ آهستي آهستي ڪارا ڪڪر مڙندا ويا، تڏڙي هوا گهلڻ شروع ٿي وئي، ناڪئو آسمان ۾ ڪڪرين جي ڪني ٽيڻ واري ڇر پر کي ڏسي چوڻ لڳو. ادا! درياهہ جي ڪنڌي وٽي هلون، ڪٿي مينهن وٺو تہ لهرون بہ تيز ٿي وينديون. ائين چئي ناڪئي ٻيڙي درياهہ جي ڪنڌيءَ سان لڳائي آهستي آهستي هلڻ لڳو. ڪڪر ڇڊا ٿي آسمان مان گم ٿي ويا، سج جي ڪرڻن کي وارو مليو تہ پاڻي ۾ آرس جيان تجلا ڏيڻ لڳا. هاڻي درياهہ جي ٻنهي ڪنڌين تي زمين جو وجود ڪنهن سڙيل ڪاٺي جيان ڏسڻ ۾ ٿي آيو.

ڊاڪٽر جليل ڪتي ٿيلهي مان بہ ننڍڙيون ڪتابڙيون ڪڍيون، پوءِ هڪ چوپڙي کي کولي ان جا پنا اٿلائيندي چيو.

”ادا! هن چوپڙ ۾ سوڪي ۽ ڪاري ڇاڻ جي باري ۾ ڪي سٽون لکيون آم. مون ڪجهہ ڳوٺن جا نالا ۽ اتي جي رهندڙ ماڻهن جي ذاتن جو ذڪر ڪيو آهي. هاڻي اهي ڳوٺ ڪونہ آهن، پر جي ڪنهن ڪنڌين تي ڪو ڳوٺ ورلي هوندو، اتي ٻن ٽن گهرن کان مٿي ماڻهن جا گهر ڪونہ هوندا. سيئي ساموندي سورن ۽ ڪاري پاڻي جي آزار کان پنهنجا اجها ڇڏي، ڪنهن ٻئي هنڌ هليا ويا آهن. هاڻ ڪيترن ئي ڳوٺن جا نشان بہ ڏسڻ ۾ اچن ڪونہ ٿا، سي سيئي ڪاري پاڻي ۾ گم ٿي ويا آهن.

گورنر سنڌ سر لينسليٽ گراهم (Sir Lancelot Graham) 1938ع ۾ سوڪي آيو. هو سوڪيءَ جا مکيہ ماڻهو جن ۾ ٻچل خان ملڪاڻي، محمود شاهہ، علي محمد قاسماڻي جتَ، حاجي ميرجَت، محمد حَسن خليفو، بجار قاسم جَت، مامون خان قاسماڻي، حاجي صالح ونگائي جت، حاجي مصري ونگائي جَت، حاجي علي محمد ونگائي جَت، علي ونگرو، عثمان سُڪڙيو، هنسي ڀاٽيو، منگا لالواڻي هندو، چيلا رام، لالوَاڻي، درمو، ٽيڪم، گلاب مُکي، اهي سڀ گورنر سنڌ جي پارٽي پروگرام ۾ شريڪ ٿيا.

گورنر سنڌ کي دعوت هنسي ڀاٽيہ ڏني هئي، اَن جي خاص دعوت تي انگريز گورنر سنڌ، سوڪي بندر ۽ ڪارو ڇاڻ جو دورو ڪيو هو. اُن رائيس

مل ۾ محمد، ڪريم ڏنو، عبدالله ۽ پانهو اُهي مهاڻا ڪم ڪندا هئا.

1928ع ۾ ڪارو ڇاڻ ۾ پرائمري اسڪول کُليو هو، جنهن جو پهريون اُستاد تولا رام تولا رام هو، اُن جو نائب ماسٽر جمال خان جلباڻي هو.

ڪجهه عرصي ڪانپوءِ پرائمري اسڪول جو هيڊ ماسٽر ڪَتو مَل ۽ اُن جو نائب گائي خان ناهيو ٿيو. گائي خان ناهيو ڪيٽي بندر ڪان بدلي ٿي آيو. ماسٽر جيرام به ڪيٽي بندر ڪان بدلي ٿي آيو.

1938ع ۾ ڪاري ڇاڻ شهر ۾ اسپتال کُلي، جنهن جو پهريون ڊاڪٽر غلام قادر پنجابي جيڪو چيچا وطني (پنجاب) ڪان آيو، اُن ڪانپوءِ 1941ع ڊاڪٽر ميوا رام ڪارو ڇاڻ ۾ بدلي ٿي آيو. ڪارو ڇاڻ ۾ ريجو مَل حڪمت جو ڪم ڪندو هو.

ڪارو ڇاڻ ۾ ڄيوت رام جو بنگلو ۽ چڙ پيس واري مِل ۽ وڏو واپاري هو، جنهن کي رائيس مل چوندا آهن. ڪارو ڇاڻ ۾ کيم چند جيڪو نوشهروفيروز ڪان آيو هو. هي ڪپڙي جو واپاري هو. ڪارو ڇاڻ ۾ راشن جي ڪوٽي ڪوليائين، ان سان گڏ ڪپڙن جو واپار ڪرڻ لڳو. ڪاروڇاڻ ۾ ٻيا هندو مورج مَل، مولو چانگي، چيلو ڀڳت ترسو ۽ ڪشن چند لنڙيا واڻيا اهي سڀ واپاري هئا.

ڪارو ڇاڻ ۾ ڪتي رهندا هئا. ڪاروڇاڻ ديهه ٻبلو ۾ آهي. جتي ڪتي محلا ۾ رهندڙ ڪتي، ملئون محمد فقير ڪتي، واحد ناڻي ۽ سندس پاءُ صديق ڪتي جنهنجو پٽ عبدالرحمان چوڌري، جيڪو ايوب جي حڪومت ۾ ڪاري ڇاڻ يونين جو چيئرمين پڻ ٿي رهيو هو. آمون ڪتي، موسو واڍو ڪتي، ابراهيم ڪتي، عمر ڪتي، محمد عيسو واڍو، ميان جي محمد علي ڪتي، صديق موالي، ميان جي صديق ڪتي، حَسن ڪتي، صالح حجام، احمد، سومار ارباب، مامو پوڙهو، مولوي محمد ڪتي، مولوي عبدالواحد ڪتي، اهي ٻئي حڪمت جو ڪم ڪندا هئا. فقير محمد ڪتي، صديق فقير، ملئرن ڪتي، آسن داس، ڌرمو، ٽيڪم، گلابي ماڪي، لالو مَل، پيسو مَل، هرو ملَ، لوڪو مَل.

ڪارو ڇاڻ ۾ هڪ سؤ پنجاهه (150) گهر واڻين جا هئا ۽ مسلمانن جا گهر ڪنين ۽ ٻين ذاتين وارن جا به سون جي تعداد ۾ هئا. مهاڻا مزدوري ڪندا هئا. سومار همالي مزدورن جو جمعدار هو. ڪارو ڇاڻ ۾ ڪنڀار طيب

جي نياڻي رهندي هئي. ڪنيار پنهنجي وقت جو سنو ڪاريگر هيو. هن جي نياڻي وَٽ نوڪَر ڪم ڪندا هئا. ڪارو چاڻ ۾ "لوهار" رهندا هئا. حاجي جمعو لوهار مشهور هو. هي ڪنعاد جي ڳوٺ ڪان لڏي آيو هو ۽ لوهارڪو ڪم ڪندو هو.

ڪيٽي بندر واري علائقي ۾ هير بہ ڪنعاد ذات وارا ماڻهو رهن ٿا. سوڪي جي رائيس مِل ۽ ڪيٽي بندر جي رائيس مل ۾ مهاڻا ڪم ڪندا هئا. ڪارو چاڻ جي ڇڙ پيس مل ۾ مهاڻا ڪَمَ ڪندا هئا، جيڪي ڪاروچاڻ ۽ اُن جي پرپاسي ۾ رهندا هئا.

ڪاروچاڻ جي اُتر طرف ۾ گُن، گهرياٽي، ميربحر، گوگٽ مختلف ذاتين جا ماڻهو رهندا هئا. احمد ڪاٽڙائي ۽ بچل ڪاٽڙائي اهي مَڇي پلي جو ڌنڌو ڪندا هئا.

ڪارو چاڻ جي اوڀر طرف ۾ گبن جو ڳوٺ هو، جيڪي اُٺ لڏيندا هئا، يعني اُنن جو ڌنڌو ڪندا هئا. ڪاروچاڻ شهر جي آس پاس گُبن جا 25 گهر هئا. گبنَ جا اڳواڻ جا نالا.

حاجي گبو، رمو گبو، ٺارو گبو، ڄام گبو، ڦڪر گبو، پير گبو، براد گبو، سڄڻ گبو، اهي سڀ گبن ۾ سَريال سُڌ ٻڌ وارا ماڻهو هئا. ادا! هير، هينئر انهن پٽن تي اُناري ڪونہ آهن، پر ڪي چند گهر آهن، اهي ماڻهو درياهي ڌنڌو (مڇي مارڻ وارو) ڪندا آهن، هاڻ انهن وٽ انيون، اٺ ڪونہ آهن، نہ ڪي اوٺاري آهن.

ڪارو چاڻ جي ڪاچيل طرف ۾ پُنهر ذات ۽ گرڙ ذات جا ماڻهو وينل هئا، انهن مان ابراهيم پُنهر، لونگ پُنهر، سومار گرڙ، حسين گرڙ. اهي سيئي هاريپ (هارپو) ۽ مزدوري ڪندا هئا. ڪاري جا ڪارو چاڻ جي اوڀر ڏکڻ طرف ۾ يوسف پائيل جو ڳوٺ هو. جمعو پائيل، عمر پائيل، پيرو پائيل هارپو ڪندا هئا ۽ اهي ڪاتڪو بہ هئا.

ڪارو چاڻ شهر ڪان هڪ ڪلو ميٽر ڏکڻ طرف هُندن جو ڳوٺ "ڏهيسر ڳوٺ" جي نالي سان مشهور هو. هن ڳوٺ ۾ 12 هندن جا گهَر پڪين سرن جا ٺهيل هئا. ڳنڊيو، پيرو، شامو آباد گار ۽ واپاري هئا. زمينون مقاطي تي ڪٽي آباد ڪندا هئا. ڪاري چاڻ جي ڏکڻ ۽ اوڀر طرف محمد علي سمتو جو ڳوٺ هو. هن ڳوٺ ۾ سمتن جا 30 گهر هئا. هي هاريپ ڪندا هئا ۽

پنهنجي وقت جا ڪاتڪو هئا.

جادي واري مياڻ تي عبدالله ميربحر جو ڳوٺ هو، اتي 80 گهر هئا. هن وقت ڪاري وارا ڪک آهن. اهي سڀئي پٽ اُجڙي ويا. سليمان ميربحر، عثمان جنداڙو، غلام، هاشو وڏو درياهہ مُنٽيءَ تي جادي وارو پتڻ هوندو هو، هن درياهہ جي ويڪر ميل کن هئي. هن درياهہ ۾ وڏا ٻيڙا جيڪي ٽي سئو مڻن کان بہ متي وزن کڻندا هئا، هلندا هئا. ٻيڙين ۾ بادبان (سِڙهہ) هوندا هئا، جيڪي هوا جي رخ تي هلندا هئا. سوکي بندرگاهہ ۽ ڪاروچاڻ بندرگاهن تي سِڙهہ وارا وڏا ٻيڙا ايندا ويندا هئا. اهي سَوين مَڻ وزن کڻندا هئا.

عبدالله ميربحرن جي ڳوٺ ڀرسان سيدن جو ڳوٺ هو، جيڪي وجهد وجهديني جي لقب سان مشهور هوندا هئا. ڪاري چاڻ جي ڏکڻ ۾ خچر جو مَقان هو، اتي ڪيترين ئي مختلف ذاتيون رهنديون هيون، جن ۾ سمن جا گهر هئا. يوسف وڏيرو سمون، لائق ڏنو سمون، عيسو سَمون، محمود سمون ۽ اسماعيل سمون جن جا 35 گهر هئا. هينئر تي چار گهر ڪارو چاڻ ۾ اڃان بہ موجود آهن. سمن جا ڪيترائي گهر جامشورو ۽ ڳاڙهي ۾ لڏي ويا هئا. هي هاريپ (هارپو) ۽ ٻَنَ جو واپار ڪندا ه‍ئا. انهن ٻَنَ نکُون، (تڏا تورين) ۽ پکا پڻ ٺاهيندا هئا. هنن جو سنڌ جي اتر وارن علائقن ۽ ۽ سانگهڙ، نوابشاهہ ۽ ٻين ڀر وارن علائقن ۾ ٻَنَ جا مڙّها نيڪي تي کڻندا هئا.

سوکي شهر ۽ ڪارو چاڻ جي ڀرپاسن ۾ رهندڙ ذاتين جو احوال:

سوکي ۽ ڪارو چاڻ جي وچ ۾ ٽن ميلن جو فاصلو هو.

جهبيرن جو ڳوٺ: هن ڳوٺ ۾ جهبيرن جا پندرنهن گهر هئا. سومار ۽ مامو جَهبير.

جوٽيجن جو ڳوٺ: هن ڳوٺ ۾ جوٽيجن جا ڏهہ (10) گهر هئا.

سومرن جو ڳوٺ: هن ڳوٺ ۾ سومرن جا 10 گهر هئا.

سنيا جو ڳوٺ: هن ڳوٺ ۾ سنين جا 10 گهر هئا. حسن سنيو ۽ جمعو سنيو.

هالن جو ڳوٺ: هن ڳوٺ ۾ هالن جا (10) گهر هئا. اُسر هالو ۽ غوثو هالو.

ڪلهوڙن جو ڳوٺ: هن ڳوٺ ۾ ڪلهوڙن جا ڏهہ (10) گهر هئا. ڪلو ڪلهوڙو، مينهن وسايو.

مغل ڳوٺ: هن ڳوٺ ۾ مغلن جا ڏهہ (10) گهر هئا. عمر مغل.
گهوٽا ڳوٺ: هن ڳوٺ ۾ گهوٽن جا پندرنهن (15) گهر هئا.
گلهڙا ڳوٺ: هن ڳوٺ ۾ ويهہ (20) گهر هئا.
پنهيار ڳوٺ: هن ڳوٺ ۾ پنهيارن جا ڏهہ (10) گهر آهن.
شيخ جو ڳوٺ: لالو شيخ، هي نوان مسلمان ٿيا هئا. هنن جا ڏهہ (10) گهر هئا.

ڪڇهري ۾ الهڏني خاصخيلي حصو وٺندي چيو. هير (هينئر) اِهي ماڳ ڦٽي ويا آهن. ڪو هڪ بہ گهر هجي تہ نهيو، نہ تہ ساري زمين بينا "غير آباد زمين" پئي آهي.

سامونڊي پٽيءَ ۾ درياهن جي راند ڏسڻ وٽان آهي. جيئن ٻار ونجهہ وٽي راند ڪندا آهن، تيئن سنڌو درياهہ منجهان نڪرندڙ نوان درياهہ بہ هڪٻئي سان ملندا، ڀاڪر پائيندا وڇڙندا هلندا وري ملندا رهندا آهن. سامونڊي پٽيءَ ۾ سون جي تعداد ۾ درياهہ آهن، انهن جا ڪجهہ نالا ياد آهن.

اوچتو درياهہ، آڏياڙي درياهہ، باغ واري درياهہ ٻستا درياهہ بيرم درياهہ، بگاڙ درياهہ، پيتاڻي درياهہ، پاتار درياهہ، پليڻ درياهہ، تُرسيڻ درياهہ، ٿئي درياهہ، ڦات درياهہ، ڦٽو درياهہ، ڦِٽي درياهہ. دجو درياهہ، دُوڏاڻي درياهہ، ڏرڙ درياهہ، حجامڙو درياهہ، ڇار وارو درياهہ، چاڻ وارو درياهہ ڪناٽي درياهہ، ڪاهي درياهہ، ڪُڏي درياهہ، ڪوٽر درياهہ، ڪانٽو درياهہ، ڪٽندو درياهہ، گاريلي درياهہ، گابار درياهہ، گئو درياهہ، گهوڙو درياهہ ريچل درياهہ، روڙو درياهہ، رتو درياهہ، ريل درياهہ، سِيرو درياهہ، سوداگر درياهہ. هنان جي ماڻهن جون دليون وڏيون آهن. اُهي مڇيءَ جي شڪار ۾ پنهنجيون جانيون گهوري ڇڏين، انهن جي پونيئرن، اولاد، عزيزن سيني کي اها خبر هوندي آهي تہ سمنڊ اسان جي عزيزن، رفيقن جا ساهہ ڪڍيا آهن. شڪار گهوريندي يا سامونڊي طوفان ۾ ٻيڙي ٻُڏندي مئا آهن. پوءِ بہ اهي سمنڊ سان شڪايت ڪونہ ڪندا آهن. انهن جو نسل بہ سمنڊ جو ساڳيو پنڌ جهاڳيندو، شڪار گهوريندو اچي پيو. اهو سلسلو صدين ڪان وٺي هلندو اچي ٿو. پيڙائتن، ناڪئن، خلاصين جي سَمنڊ سان سِڪ گهٽتي ڪونهي ڪا... هي ماڻهو ايڏا بهادر آهن، جو دردن جي ڇولين ۾ بہ دانهن ڪونہ ڪندا آهن. پوءِ بہ شڪار ڪندا رهندا آهن.

پلا ماني ڪائڻ واري ڪي، ماني پچائڻ واري جو قدر ڪهڙو... مڇي جو مزو، لطف وٺندڙ، مڇي ڪائي خوش ٿيندڙن کي مڇيءَ ماريندڙ ماڻهن جو قدر ڪهڙو... پلا ڪڏهن ڪنهن سامونڊي ماڻهن جي سورن واري حياتيءَ جي سار لڌي آهي...؟ درياهي ماڻهن جون ڳالهين پڌڻ سان ڪنهن وقت ائين لڳندو آهي، جڻ سامونڊي پٽيءَ جا ماڻهو سمنڊ جي کارين لهرن جي ڪاچ جي لاءِ پيدا ٿيا آهن. سامونڊي ماڻهن جي زندگي عجيب ٿئي ٿي... سمنڊ سان درياهه جي پاڻيءَ سان پيچ اهڙو ڳنڍيل اٿن جو ڪڏهن ڇڇي نه ٿو سگهجي، اهي ماڻهو پنهنجي نالن سان مڇيءَ جو نالو ڳنڍيندا آهن ۽ ڏاڍا خوش ٿيندا آهن.

فن سان چاهه رکندڙ چترڪار ۽ فنڪار فلمن، اداڪار ۽ قلمي پورهيو ڪندڙ شاعر، اديب اهي پاڻ تي تخلص يعني نئون نالو رکندا آهن، پوءِ اهي نالا انهن جي سڃاڻپ بڻجي ويندا آهن، تيئن ناڪئن ۽ خلاصيت تي رکيل مڇيءَ وارا نالا انهن جي سڃاڻپ آهن.

مثال طور ناڪئو گوهر عرف "گندَ" (سنهي مڇي کي "گند" چوندا آهن) ناڪئو وَلو عرف "ويسر"، ناڪئو سونو عرف "سيري"، ناڪئو چاڪي عرف "چِپُو"، ناڪئو فتح عرف "ڦِٿو"، ناڪئو لالو عرف "لُوئَر"، ناڪئو خيرو عرف "ڪڳو"، ناڪئو آڪو عرف آچار، ناڪئو مَنو عرف مُترڪو، ناڪئو قاسم عرف "ڦڙداس"، ناڪئو پاتال عرف "پُوجو"، ناڪئو چنيسر عرف "چَپليڪي"،ناڪئو راڻو عرف "رَڏُ"،ناڪئو ڪالو عرف "ڪَڏَو"،ناڪئو چاهُيو عرف "ڇُورو"،ناڪئو ڪَڪو عرف "ڪَڏِي"،ناڪئو علي محمد عرف "ڳاڙهو"،ناڪئو حاجي عثمان عرف "بوٿو"، ناڪئو سوڍو عرف "سيارو" ناڪئو ٽيتو عرف "ٽنگڻ"، ناڪئو پيارو عرف "پڪڙڻ"، ناڪئو هاشم عرف "ٽيري" ناڪئو مور عرف "موراڪي" ناڪئو پيرل عرف "پَلو" ناڪئو پنهل عرف "پاپليٽ" خلاصي خيرو عرف "ڪَڪو" خلاصي ڪانيو عرف "ڪُنير" خلاصي ڪالو عرف "ڪُرڙو"، خلاصي اصغر عرف "هيجڪِ" خلاصي لياقت عرف "لوهڙ" خلاصي مولوي عرف "مَٽو" خلاصي سلطان عرف "واڳو" خلاصي ڏونگر عرف "ڏَنديو" خلاصي اِبو عرف "آچو پِٽون"، خلاصي گوهَر عرف گَپ گَلو، مائي آمي، عرف ڇُما، خلاصي ڪالو عرف "ڪُوڪو" خلاصي ڊولڻ عرف "ڊِڊي"، خلاصي پَنهل عرف "پَلو."

ڪنهن ڳوٺ جي محلي يا پاڙي ۾ گهٽيءَ ۾ هڪجهڙن نالن سان خلاصي يا ناکئا رهندا آهن، اهي پاڻ تي مڇيءَ جو نالو رکي ڇڏيندا آهن، جيئن ڪو بيو ماڻهو پلجي ساڳي نالي واري پئي ماڻهوءَ جي در تي نه وڃي. هنن ماڻهن جي ڪِرت ۾ ڏنڌو ساڳيو هوندو آهي. يعني مڇي مارڻ وارو. مثال: "سارنگ" جي نالي وارا ٽي ماڻهو هڪئي پاڙي يا محلي ۾ رهن ٿا، پر انهن جي سڃاڻپ الڳ الڳ آهي.

(1) سارنگ، ڄرڪو، (2) سارنگ ڦوڦار (3) سارنگ ڍانگرو.

ڪنهن محلي جي هڪئي گهٽيءَ ۾ به ناکئا ساڳئي نالي سان رهن ته اُهي پنهنجي نالي جي پٺيان مڇيءَ جو نالو لڳائي، پنهنجي الڳ سُڃاڻپ ٻڌائيندا آهن. ناکئو بابو ملاح عرف "بوٿو"، ناکئو بابو ملاح عرف ڪَتوُ".

اوچتو لهرون اُٿل پٿل ڪائينديون اسان جي مٿان پاٽيءَ جي ڇَنڊَ وَسائي ته منهنجي هٿ مان چانهه وارو مگو پاٽيءَ مَنجهه ڪري پيو، اهو ڏسندي سيني ڪان ڪِل نڪري وئي، آءُ به ڪلڻ لڳس. ناکئو اُٿيو ڪُل تي چانهه جي ٻاڙتي ۾ ٿوري چانهه پئي هئي. سا ڪٽي اچي ڏنائين.

هوڙو درياهَ جي ڪنڌي سان هلندو رهيو، ٻارنهن سال اڳ هن ماڳن تي آيو هوس، تنهن وقت ۾ ڪنڌين تي ڪي ڇَنهَ ۽ مَنهَ وارا گهر هئا. هينئر ڏسڻ ۾ ڪونه آيا، ڪٿي ڪٿي ڍورن مينهن ۽ ٻڪرين ڪي چرندو ڏٺو هو. هاڻ اهي سيئي پَٽَ خالي ۽ ڪاري پاٽيءَ جي هيٺ اجڙيل ڏسڻ ۾ آيا. ڪيترائي ڳوٺ ڪاري پاٽيءَ منجهه پنهنجو وجود وڃائي ويٺا هئا.

هڪ ٻيڙي اسان جي طرف اچي رهي هئي، جڏهن پرسان اچي بيني ته اُن ٻيڙي مان هڪ ماڻهو اُٿي بيهي رهيو. اُن ڪان ناکئي الهڏنو پڇيو:

خلاصي گُهچ! ڪريو خبر..؟

ناکئا الهڏنا! خبر مڙئي خير، اسانجو تو ۾ ڪَم پَئين ويو آ."

يار! اسان جو ڪُل (چُلهه) تَڙَ ني وسري ويو، هوڙيءَ ۾ ڪونهي چڙهيو، آن (اوهان) وٽ ڪُل ٻُل هجي ويرو (واندو) ته اسان کي ڏيو، مهرباني ٿيندي.

خلاصي گُهچ اسان جي هوڙي ۾ ڪُل آهي هيڪو، جي توکي ڏينداسين ته اسان ۾ ٻُک پوندي.

ناکئا الهڏنا! ڪُل اسان کي ڏئي ڇَڏَ، اسين وڃون پيا درياهَ تي اسان کي ڏاکو (ڏهاڪو) ڪن ڏينهن لڳي ويندا.

ناکئو الھڏنو سوچي، پوءِ هوڙي جي ڪُڻ مان ڪُل ڪٽي خلاصي گھچ جي حوالي ڪندي چيو.

ادا، گھچ! توهين ڀرتي پيا وڃو، ڀلي ڪُل ڪٽي وڃو، آءَ ڪنهن کان ڪُل ڪٽي وٺندس، آن جو ڪم ٿي ويو.

خلاصي گھچ خوش ٿيندي، هٿ لوڏي روانو ٿي ويو. ناکئو الھڏنو تنگ مشين جي پرسان آچي ويٺو، اسان کي لڳو تہ چانهہ ۽ ماني ڪيئن ٺاهينداسين. ناکئي جي چهري تي پريشانيءَ واري ڪابہ اهڙي ڳالهہ ڪونہ هئي. وڏي آرام سان ويٺو هجي. ڊاڪٽر جليل ۽ الھڏنو اُهي ٻئي ماٺ ۾ ويٺا هجن. مون کي اندر منجهہ اُڻ تڻ ورائي وئي ٿوري دير تائين سڀئي خاموش ويٺا هُجن. ناکئو الھڏنو، منهنجي مُنهن ۾ نهاري مُرڪي ڏنو ۽ چيائين جنهن خلاصيءَ کي ڪُل ڏنو، اُن جو مي تي هيڪو وڏو احسان آهي“. ائين چئي ناکئو سڀني ڏي نهاريو، پوءِ وڏي آواز ۾ سُٽائڻ لڳو.

ڪجهہ سالن جي ڳالهہ آهي، آءَ خلاصي هوس.

”هڪڙي ڏينهن بولي تي وياسين، مونسان ڳڀور (ڇوڪرا) هوڙي ۾ آئين (آهن) اسان بولو ٻڌوسين، بولو رَڇ ٻڌي ڪري اسين شُمهي رهياسين. ڪو مشين جي ڀرَ ۾ سُتو، ڪو فريج (برف جي ٽانڪي تي) سُتل هو، ڪو ماندا پيو هجي، ڪو وچ تي سُتو پيو هُجي. اءُ مشين جي ڀر ۾ سُتو پيو هوس.

بن ڪلاڪن کانپوءِ آلڙ زور وٺيو تہ اسان جي بولي رَڇ جو هڪڙو حصو ٽٽي ويو. هوڙي جَهٽڪو ڏنو تہ اسين اُن جهٽڪي تي اُٿياسين تہ وري پيو پاسو بہ ٽٽي ويو. هاڻ اسين اُجندا (9) پيا اچون. هوڙي کي ڪِئين ڦابو ڪريون، ان سوچ ۾ هياسين تہ هوڙي وڃين ٻئي بولي ۾ پئي، جيڪو اسان جي پُٺيان بيٺل هجي. جنهن جاءِ تي اسان بولو ٻڌو هو. اُن کان ٿوري فاصلي تي پيو بولو ٻڌل هو. اِها اسان کي سُڌ ڪونہ هئي. اُن ۾ اسان جي هوڙي لڳي ۽ ڪلتي ٿي وئي، ڳڀور (ننڍڙا ٻار) بولي رَڇ جي مٿان چڙهي ويا. هوڙي اسان جي بولي رَڇ ۾ ڦسي رهي ٻي هوڙن وارن ڳڀورن ۽ اسان کي

پائي ورتو. اها سيءَ جي موسم هئي. ايها اسان جي ڀلائي هئي جو بولي رَڇ مان بچي وياسين. بولي رَڇ ۾ جانور، مينهن، ڍور، ڍڳو ۽ ڪو ماڻهو جي ڦسي رهيو تہ ”ساس“ نہ هوندو اُن جو ”لاش“ هوندو. مطلب ساهہ وارو ڪوبہ بچندو ڪونهي. مري ويندو آهي. اهو گھچ خلاصي جنهن کي ڪُل ڏنو، اُهو مُڙسي نہ

ڪري ها تہ اسين بولي ۾ هُجون ۽ هير جيئرا نہ هُجون.. نڏهن مون جا ڳهور ٻتا خلاصي گهڄ جا مي تي احسان آهن. آءُ اڳيان ڪنهن ڪان ڪُل ونندس.
ناڪئي الهڏني جي ڳالهہ ٻڌي، سيئي ماٺ ۾ پئجي ويا. منهنجي اڳيان هو منظر جڻ فلم وانگر هلي رهيو هو. اُتي ناڪئي جو پرسان آيس.
ناڪئا! درياهہ جا رستا ڏاڍا اڙانگا آهن.؟
ادا، شڪار گهورڻ ايڏو سولو ڪونهي، انهيءَ ۾ وڏا جوکا سِرَ جا آهن، درياهي ڏنڏو هون بہ دل وارن ماڻهن جو هوندو آ".
ناڪئي جي اِها ڳالهہ سمجهہ ۾ آچي وئي.

ٻيڙي هلندي رهي، ناڪئو الهڏنو ميربحر چورڻ لڳو. سوکيءَ بندر پهچي وياسين.

سوکي بندر جو نالو ٻڌي ان جي پٽن ڏانهن نيهارينڌي ٿوري خوشي جو احساس بہ ٿيو ۽ گهڻو ڏک ٿيو. ٻيڙي درياهہ جي ڪنڌي سان لڳي بيهي رهي، اسين ٻيڙيءَ جي ڪڻ ۾ جوتا رکي پير اگهاڙا ڪري ٻيڙيءَ مان هيٺ لٿاسين. پٽ تي آلڙ هئي، ڪتي، ڪتي ننيڙا، ننيڙا لاٽا ۽ وليون هجن، اسين پنڌ ڪندا هڪ ڍوري وٽ آياسين، جنهن ۾ گوڏي جيترو پاڻي هو. ڍوري جي پريان سوکي شهر وارو پٽ ڏسڻ ۾ پئي آيو. ذهن ۾ سوکي شهر جو نظارو ڪنهن فلم جيان ڦرڻ لڳو. ڪجهہ پل اتي ئي سوکي جي خيالن ۾ بيٺو هئس. ايتري ۾ ناڪئو الله ڏنو ڪُلهي تي هٿ رکي چيو، "ادا! ڍوري مان هلڻو آهي، اتي چو بيهي رهيا آهيو."
ها! هلون ٿا. پوءِ قميص لاهي متي سان ٻڌي، سلوار جا پانچا گوڏن تائين ڪري ڍوري ۾ لٿس، ٿوري پاڻي ۾ هليس، تہ ڪا شئي پير ۾ لڳندي محسوس ڪئي تہ منهنجي وات مان رڙ نڪري وئي. ناڪئو الهڏنو ۽ ڊاڪٽر جليل جيڪي منهنجي اڳيان ڍوري مان هلي رهيا هئا، اُهي بيهي رهيا. ڊاڪٽر جليل پوئتي موٽي چيو: "توکي پير ۾ ڪڏو (گهاڙ) لڳو آهي."
"ڊاڪٽر! خبر ناهي، باقي پير وڍجي ويو، ائين ٿو لڳي." ڊاڪٽر منهنجي ٻانهن کي پڪڙيو، ايتري ۾ الهڏنو آيو، ٻنهي ٻانهن کان ڪنهي متي ڪنيو. ان وقت اسڪول واري يادگيري اچي وئي. اسڪول جو ڪو شاگرد ڪلاس ۾ نہ ايندو هو ۽ گوسڙو هوندو هو تہ استاد احمد علي چوندو هو.
"وڃو انهيءَ چوري کي ڳولي ڦولي ڪٽي اچو." پوءِ ڪلاس مان ٻہ

ڇٽا ٻُت ۾ تلها موٽا شاگرد ويندا هئا. اُن شاگرد کي ڳولي ايندا هئا. هڪ شاگرد اُن جي سڄي ٻانهن کان وٺندو هو، ٻيو شاگرد ان ڇوڪري کي ڪڇي کان وٺي مٿي پٽي ڪٽي ايندا هئا. گوسڙو ڇوڪري جا پير پٽ تي ڪونه لڳندا هئا.

اهڙي نموني ناڪئو الهڏنو ۽ ڊاڪٽر جليل مون کي ڊوري منجهان مٿي ڪنيو. پاڻيءَ مان هلندا اچي ٻاهر ڪناري تي آندو. منهنجي سڄي پير جي تريءَ مان رت وهي رهيو هو. اسين هاڻي سوڪي شهر جي پٽ تي هئاسين. چؤطرف ڪلراٺي زمين ڪنهن پکي پکڻ جو آواز ڪونه. پري کان ٽُل ڏسڻ ۾ آيا پئي. سوڪيءَ جي اُجڙيل پٽ تي هلندي، ناڪئو الهڏني ميربحر چيو:

“اسين ننڍا هوندا هئاسين، پنهنجن وڏڙن سان ٻيڙيءَ ۾ چڙهي سوڪيءَ شهر جي بازار گهمڻ لاءِ ايندا هئاسين. خاص طور تي سوڪيءَ جي مٺائي کائڻ جي لاءِ، ايندا هئاسين، سڄي ٿَر منجهه ”سوڪيءَ جي مٺائي“ مشهور هئي.“

اسين هلندا رهياسين، سوڪيءَ جي زمين پوسل واري هُئي، جنهن جي چؤڦير سمنڊ جو کارو پاڻي هُيو. اسين هلندا، انهيءَ جاءِ تي آياسين، جت سارين جو ڪارخانو هوندو هو، اُتي وڏو سيمنٽ جو حوض هَيو. ڊاڪٽر جليل ۽ الهڏنو ميربحر ٽُلن وٽ بيهي رهيا.

”هيءَ نشان سارين ڇڙهڻ جي ڪارخاني جا آهن. سوڪيءَ جا چانور مشهور هوندا هئا.“ آئون سيمنٽ جي ٽلن کي هَٿ لائي ڏٺو... وري ٻئي ٽل کي ڏسڻ ويس. ڪُل چار ٽُل هُجن. ذهن ۾ سُوڪيءَ شهر ۽ ڪارخاني جو منظر ڇتيندو رهيس.

ڪجهه وقت اسين ڪارخاني جي جاءِ تي بيٺا رهياسين، پوءِ اتان واپس ٿياسين. ٿورو اڳيان زمين تي ڳاڙهين مٽيءَ جي سِرُن جا ڀڳل ٽڪر ۽ ٺڪر جي ٿانون جا ڀڳل ٽُڪرا پيا هجن. اسين هلندا وري ٻئي طرف وياسين. ڏينهن تکو هو، سيني کان پگهر وهن پيا، پر سوڪيءَ جي قتل شهر کي ڏسندي خيالن ۾ سوڪيءَ جي بازار جو نظارو ۽ اُن بازار ۾ ماڻهن جي هلڻ چلڻ جا ڏيک ڏسندو هلندو رهيس. گرميءَ جو احساس نه پيو ٿئي. ڀڳل ٺڪرن جي ڍير کان ٿورو اڳيان هلياسين.

ناکئو الهڏنو ميربحر ٽڏو ساهه پري چيو: ”سوکيءَ ۾ هندن واڻين جون پڪيون، ويڪريون ڪشاديون جايون هيون. انهن جا دڪان بہ پڪا نهيل هوندا هئا. سوکيءَ جي بازار واري گهٽي ويڪري هئي. مردن سان گڏ ٻار پٽي شيون وٺندا، بازار ۾ گهمندا ڦرندا هئا، ڪو ڪنهن کي ميري اک سان ڏسندو ڪونہ هيو. ڏاڍو سڪون ۽ سانت وارو ماحول هوندو هو. هن وقت منهنجي ذهن تي سوکيءَ بازار جو نقشو چٽو بيٺو آهي. سوکيءَ شهر جي ويران پٽ تي هلندي ڊاڪٽر جليل چيو:

سوکي جي پاسي ۾ ”گابار“ درياهہ وهندو هو، جيڪو ڪنهن وقت ۾ وڏو درياهہ هو. سوکي بندر گاهہ جي پاسن کان چار درياهہ وهندا هئا، انهن درياهن تي ڪيترائي ڳوٺ آباد هئا. هاڻي چوڌير نظر ڦيرائڻ سان خالي پٽ ڏسڻ ۾ پيا اچن. هنن آباد پٽن کي سمنڊ جي کاري پاڻيءَ ڦٽائي ڇڏيو. هينئر سوکيءَ جي سونهن جا خيال ذهن منجهہ ٻوڙائي سگهون ٿا، باقي ڪجهہ ڪري نہ ٿا سگهون، اسان جا وڏڙا بہ سوکي جا هئا. اُهي مالدار ۽ زميندار بہ هُئا. ان وقت ننڍڙو هئس، ڪي خيال ذهن ۾ ڦيرو ڏين پيا. سوکيءَ جي ڏکڻ ۾ اڳاريا ذات جا ماڻهو رهندا هئا. اهي ملڪائي ونگرا هئا. اڳاريو اُنهن جو پاڙو هيو.

سوکيءَ جي شهر جون ڳالهيون پئي هليون، ”سوکيءَ شهر ۾ واپار جو وڏو چلتو هلندو هيو، جڏهن هندو، واپاري واڻيا ويا تہ سوکيءَ جو چلتو ۽ واپار بہ ڊرو ٿيندو ويو. سوکيءَ جي بازار جا ڪيترائي دڪان بند ٿي ويا. سوکي جي بندر گاهہ تي ٻاهرين ماڻهن جا پيرا ۽ پيڙيون گهٽ اچڻ لڳيون. رڳو ٽڙ ۽ پر وارن درياهن کان ماڻهو ايندا هئا. شهر ۾ مسلمان واپاري بہ هئا، انهن سوکيءَ جي ايندڙ وقت جو جائزو ورتو ۽ اهو سوچي ويا تہ هاڻي سوکيءَ ۾ رهي ڪاروبار ڪرڻ ڏکيو آهي، پوءِ انهن بہ پنهنجو ڪاروبار ٻين شهرن ڏانهن وڃي شروع ڪيو. گهڻا ماڻهو ڪاروچاڻ شهر ڏي ويا. پر پوءِ اُتان بہ لڏي ويا.

کارو پاڻي اهڙو سوڪڙو وڏو جو ”پاڳين جا مال بہ ويا تہ وٿاڻ بہ ويا.“ سمنڊ جي کاري پاڻيءَ ڪيترائي درياهہ ڦٽائي ڇڏيا. جيڪي ساموندي پٽيءَ ۾ گهڻ آباد هئا، انهن کي 1999ع واري طوفان مڪمل تباهہ ڪري ڇڏيو.

ڊاڪٽر جليل ان طوفان جي حوالي سان ٻڌايو.

1999ع واري طوفان کي انگريزي ۾ نالو سائيڪلون ٽو ڏنو ويو. هن طوفان سامونڊي پٽيءَ ۾ وڏي تباهي آندي هئي، جنهن ڪانپوءِ هي ماڳ پٽ بلڪل برباد ٿي ويا. ان طوفان کان اڳ ۾ سوڪيءَ تي، ها... هنن پٽن تي جتي وينا ڪچهري ڪريون پيا، ڪجهه گهر آباد هئا. انهن ۾ احمد رونجهو، حاجي محمد رونجهو، حُسين رونجهو، احمد ٻگدوبغدو، جمعو مالهيو، آڳن مالهيو، ۽ محمد مالهيو جا گهر هئا. اهي سڀ 1999ع جي طوفان ڪانپوءِ لڏي ويا. محمد مالهيو هير ٻه سوڪي شهر کان اتر طرف ۾ گابار درياهه تي رهي پيو. ان جو اڪيلو گهر آهي، باقي ٻيا مختلف شهرن ڏانهن لڏي ويا آهن. اسين محمد مالهيو سان ملڻ هلنداسين. مٿيان ماڻهو سوڪيءَ جي پٽن جا آخري رهندڙ ماڻهو هئا.

ڪجهه سال اڳ سوڪيءَ جي هنن پٽن تي آيو هئس. هڪ ڀڳل جاءِ جي ڏاڪڻ جا ڏاڪا جن تي ٽائلس لڳل هئي، اهي هن وقت ڏسڻ ۾ ڪونه آيا. ٽڪرن جا ڀڳل ٽڪرا پٽ تي وکريل ڏٺا هئم، پر هيل اهي شيون ڪونه هجن. سوکي جي پٽ کي ٻه ڪاري پاٽي ڇڏيو ڪونه. ان کي ٻه پنهنجن ڪارن ڏندن سان ڪائيندو، ڪائيندو ننڍڙو ڪري ڇڏيو هجي.

ايندڙ چند سالن ۾ ”سوڪي شهر ۽ بندر“ جو هي ننڍڙو تاريخي نشان ٻه سمنڊ جي پيٽ ۾ گم ٿي ويندو. سنڌ جي تاريخي ماڳن ۽ بندرن سان سمنڊ وڏا ڪلور ڪيا آهن. جي پنهنجا ماڻهو اک پٽين ها تہ هي سونا پٽ سمنڊ ۾ غرق نہ ٿين ها. سمنڊ سان گڏ پنهنجن ٻه ڪلور ڪيا آهن.

پوءِ اسين اٿياسين. چانهه جي ٻاڙ سيني کي لڳي، ڊاڪٽر وراڻيو: هاڻ پيڙيءَ ۾ ويهي ”گابار درياهه“ تي هلنداسين. اسان کي محمد مالهيو وٽان ڪير ملي ويندو، نہ تہ چانهه سليماني يعني ڪير کان بغير اها ضرور ملندي... هاٽي اسين ان ڊوري وٽ اچي پهتاسين، سيني پنهنجيون قميصون لاهي مٿي سان ٻڌيون ۽ سلوار جا پانچا گوڏن کان مٿي ڪري ڊوري ۾ لهي پياسين.

ڪجهه منٽن ڪانپوءِ ڊوري مان ٽپي سڪي تي آياسين. سيني مٿي وارا ڪپڙا لاٿا، ٻُت تي وڌا ۽ پيڙي ڏي هلڻ لڳاسين. آئون هلندي ڪنڌ ورائي سوکي جي ويران پٽن کي ڏٺو. اکين ۾ سوکيءَ جا منظر ڌنڌلا ٿي ختم ٿي ويا. دل ۾ چيم، سامونڊي پٽي جا سهڻا ماڳ ۽ بندر ڦٽي ويا، ڪنهن کي

ڪائي ڪَهل ڪانہ آئي. بس پوءِ اکين تي هٿ ڦيري پيڙيءَ ۾ اچي چڙهيس. ناکئو سُڪاڻ تي وڃي ويٺو.

سوکي بندر گاهہ جي اتر طرف کان "ميرواهہ" درياهہ نڪري ٿو، اهو اُلهندي طرف وڃي، درياهہ گهوڙو ۾ داخل ٿئي ٿو. پوءِ درياهہ گهوڙو عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو. ان وقت واءُ تيز لڳڻ شروع ٿيو. اسين هوڙي جي کُڙَ يعني پيٽ ۾ ويهي رهياسين. بُک سيني کي لڳي، پر بُک ۾ منهنجي حالت پين کان وڌيڪ خراب ٿيڻ لڳي. ناکئي الهڏني جو پُٽ قادر کُڙَ ۾ ويهي ماني پچائڻ لڳو، هوڙو درياهہ منجهہ آهستي آهستي هلندو رهيو. ناکئو سُڪاڻ تي ويٺو هو. ياجي تيار پئي هئي. قادر ماني پچائي ورتي ۽ آواز ڏنائين: "ماني تيار آهي ۽ کير ٿورو پيو آهي."

"ها! مون کي ماني ڏي." منهنجي وات مان رڙ نڪري وئي، ڇو جو مون کي ڏاڍي بک لڳي هئي. پوءِ سڀئي ماني کائڻ لڳاسين. صرف ناکئو الهڏني ماني ڪونہ کاڌي جو اهو هوڙو هلائي رهيو هو. ناکئو الهڏنو گابار درياهہ ڏانهن هلڻ لڳو، جتي ناکئي الهڏني جو گهر هيو. ناکئو الهڏنو کڙ ۾ آيو ۽ ماني کائڻ لڳو، ان جو پٽ قادر هوڙي جي سُکاڻ تي وڃي ويٺو.

اسين ڪجهہ وقت ڪانپوءِ گابار درياهہ جي ڍوري تي آياسين. ڏٺوسين تہ هڪ ماڻهو ويٺو آهي. اهو رڇ اُلاري رهيو هو. ڊاڪٽر جليل ڪتي ۽ الهڏنو ان ڏانهن ڏسي آواز ڏنو "اي محمد مالهيا ڪهڙا حال اٿئي...؟"

هوڙو اچي محمد مالهيو جي پاسي ۾ بيٺو، ڊاڪٽر لهي ويو. ان سان گڏ اسين بہ هيٺ لٿاسين.

محمد مالهيو سان هٿ ملائي ان جي پاسي ۾ ويهي رهياسين. ڪجهہ دير تائين ڪچهري ڪري پوءِ ڪانئس موڪلايو، پيڙيءَ منجهہ آياسين، پيڙي هلندي ساڳي جاءِ تي ان ڍوري وٽ آئي، جتي لهي اسين سوکي جو ڦتل شهر ڏسڻ وياسين.

ميرواهہ درياهہَ جي پُڇڙي مان نڪري "مُنٽي درياهہ" ۾ داخل ٿياسين. هوڙو پاڻي منجهہ هلندو رهيو. ڪنهن مَهل آسمان ۾ گجگوڙ ٿي، ڪارا ڪَڪر ڊوڪڙيون پائڻ لڳا. اهي ڪڪر اهڙا گهاٽا ۽ ڪارا هُجن، جو اُنهن کي ڏسندي، خوف پيو ٿئي. وري ڪارا گهاٽا ڪَڪر انهن جي گجگوڙ تي تنهن ڏڪائي ڇڏيو پئي. چئني طرفن کان گهُگهہُ اونداهي ٿي وئي هئي.

مون کي ڪو پتو ڪونہ هجي، هوڙو ڪهڙي طرف وڃي رهيو آهي. بس درياهہ جا ڌڌڪا، آسمان ۾ بادلن جي چمڪات ۽ ڪڙڪات، ڪنهن مهل ڌڪايو ڇڏي. ڊاڪٽر جليل "مُتِڻي درياهہ" جي ڀرسان ڪنڌين ڏي نهاري پوءِ اوپر جي پاسي ڏانهن اشارو ڪري چيو:

اسين مُتِڻي درياهہ منجهہ هلون پيا، درياهہ جي اوپر واري ڪنڌيءَ تي "رونجهن" ذات وارن جا گهر آهن. مان خاموش ويٺو ڊاڪٽر جي ڳالهہ ٻڌان پيو.

"هاڻ هوڙو اوپر واري ڪنڌيءَ جو پاسو وٺي هلي ٿو. ڪجهہ دير ڪانپوءِ "نانگ" واري درياهہ" منجهہ هلندو. پوءِ وڃي "آڏياڙي درياهہ" ۾ داخل ٿيندو. ناڪئن ۽ خلاصين جون اهي ڳالهيون ياد ٿي آيون جن ماڻهن، ملاحن جون ٻيڙيون سامونڊي طوفان ۾ تباهہ ٿي ويون هيون، تختو تختي سان نہ مليو هو، اهي سڀ منظر منهنجي خيالن ۾ فلم وانگر ڦرندا رهيا، اونداهيءَ ۾ اکيون اٽڪايون ويٺو هجان. درياهہ جي گس پنڌ جي ڪا خبر پوي ڪونہ پوي تہ ڪٿي پيا هلون، ۽ ڪٿي پهتا آهيون؟ ڪنهن وقت ڊاڪٽر جو آواز آيو ۽ ان ٻڌايو تہ:

"هاڻ اسين "آڏياڙي درياهہ" منجهہ آهيون. هي درياهہ اڳتي ڏکڻ ۾ وڃي عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندو." اوچتو واءُ ۾ تيزي اچي وئي. مون کي ائين لڳو، جڻ سامونڊي طوفان اچي ويو آهي. تيز هوائن تي ٻيڙي پينگهہ جيان لڏي رهي هئي، ڪنهن مهل هڪ پاسي تي لڙي ٿي وئي تہ ڪنهن وقت ٻئي پاسي لاڙو ٿي ڪيائين. ٻيڙيءَ جي لُڏڻ ڪري ۽ آسيري پاسيري ٿيڻ سان ذهن ۾ سوين خيال ورائي ويا. جڏهن ٻيڙي ڪنڌي جي پاسي اچي هوري هلڻ لڳي ۽ اُهي لوڏا ختم ٿيا تہ پيٽ ۾ ڪجهہ ساهہ پيو. درياهہ ۾ هوڙو ٻار جي پينگهہ جيان لُڏي رهيو هو. هوائون تيز گهلي رهيون هُجن جيڪي مينهن جي اچڻ ۽ وسڻ جو اشارو ڏئي پئي ويون. درياهہ ۾ تيز واهہ ۽ طوفان هلندا رهندا آهن، نئين ماڻهو جي لاءِ ڏکي ڳالهہ هوندي آهي پر روزانو جن ماڻهن جو دريائي ڌنڌو هوندو آهي. اهي طوفانن جا عادي ٿي چڪا هوندا آهن، پر نئين ماڻهو کي عجيب پئو ٿيندو آهي. ڪجهہ سيڪنڊ مس گذريا تہ مينهن جي ڪڻين جو وسڪارو شروع ٿيو. ڪُڻ مان ناڪئي پلاسٽڪ ڪڍي اسان ڪَنّ اُن ۾ ڍڪيو ۽ پاڻ سُڪاڻ تي ويو. پُٺ کي بہ پنهنجي پر ۾ ويهاري ويٺو.

ڪُڻ ۾ (هوڙي جي پيٽ) ۾ ڊاڪٽر ۽ آئون هجون. مان مينهن جو مزو وٺڻ جي لاءِ ڪُڻ مان نڪري هوڙي جي موريءَ واري حصي وٽ بيهي رهيس. مينهن تيز هجي، پوءِ بيهي ڪونه سگهيس، اچي ڪَڻ ۾ ويهي رهيس.

ناڪئو الهڏنو آواز ڏنو "اسين آڏياڙي درياهہ ۾ پيا هلون." ناڪئي جو آواز ٻڌي هوڙي ڪانُ ٻاهر ڏنو، سواءِ اونداهيءَ جي ڪُجهہ ڪونہ ڏسڻ ۾ آيو. ناڪئو الهڏني ڪي درياهي گس، رستن، پيچرن، ڏورن، ڇاڙن جي سڀ سُڌ هئي.

"ناڪئو اُن کي چوندا آهن، جيڪو درياهہ جا گس پنڌ، هيٺ مٿانهيون وغيره ڄاڻي. ناڪئو هڪ لقب آهي. اهو لقب اُن ماڻهو کي ملندو آهي، جيڪو درياهہ جي گس پنڌ ڄاڻ رکندو آهي. ان وقت درياهہَ جي ڏڏڪن، بادلن جي گجگوڙ ۽ برسات بہ گهٽ ٿي وئي، پوءِ ناڪئو ان جي پٽ الهڏنو خاصخيلي ۽ ڊاڪٽر جن جي ڇهرن تي ڏنم تہ اُهي سڪون سان ويٺا هجن.

درياهہ ۾ هوڙو هلي رهيو هو، ڪنهن وقت اچي چمڪندڙ شيءِ جا ٽينگ ٽپا ڏنا. ناڪئو وراڻيو "سائين! درياهہ ۾ مڇين جي راند ڏسڻ وٽان آهي. درياهي مڇيون هوڙن ۽ ٻيڙين جي مٿان ٽينگ ڏئي هليون وينديون آهن. ڪي ننڍڙيون وڏڙيون مڇيون ٻيڙيءَ ۾ ڪري پونديون آهن. هنن مڇين جا ڇلر يعني ٻُت واري کَل اچي ۽ چمڪندڙ ٿئي ٿي. جيئن بجلي چمڪندي آهي، تيئن انهن جو بدن چمڪي ٿو. مڇي جو شڪار ڪري برف جي نادين ۾ وجهي بند ڪندا آهيون تہ انهن مڇين جو چانديءَ جهڙو بدن برف ۾ ڪارو ٿي ويندو آهي. مڇي جي کل (ڇلر) برف ۾ پنهنجي سونهن وڃائي ڇڏيندي آهي.

ٿڌڙي وٽندڙ هوا گهلي رهي هئي. ڇوڦير اونداهي ئي اونداهي هئي. باقي موسم وٽندڙ واهہ جي ٿي پئي هئي. اسين موري تي اچي ويناسين ڊاڪٽر چيو "ناڪئا! چانهہ پيار."

ناڪئو الهڏنو سڪاڻ تان لهي آيو، اُن جو پٽ اُتي سُڪاڻ تي وڃي وينو. ناڪئو درياهہ ڪنڌين ڏانهن ڏسي ڏڪارو ٿيندي چيو: "ادا درياهہ جون ڪنڌيون ويران ڏسين پيو. اڳي درياهہ منجهہ هلندا، هوڙا هڪليندا، ڪنڌين تي رونق ڏسي اندر ٺري پوندو هو. ڪنڌين وارا ماڻهو هٽ مٿي ڪٽي

اولا ۾ اشارا ڪندا هئا ”هيڏانهن اچو... جهٽ ويهو.“ ڪي ماٺهو نالو وٺي سڏ ڪندا هئا. هاڻ ڪا ڪوڪار به ٻڌڻ ۾ اچي ڪونه ٿي. نه ڪنهن پکيءَ جو چين چين جا آواز آهن. اهڙي خاموشي ٿي وئي آهي جو هاڻ پيو ڦاٽي. هنن ڪنڌين کي ڏسي، اندر آڌُ ٿيو پوي.“ ائين چئي ناڪئو ٿڌو ساهه ڀري چانهه ڏاهڻ ۾ لڳي ويو.

هوڙو ”آڏرياڙي درياهه“ ۾ هلي رهيو هو، درياهه جي ٻي ڪنڌيءَ سان هڪڙو هوڙو وچي رهيو هو، ان هوڙي ۾ وينل ماڻهن مان هڪ ڇٽي روشني ڪري، اشارو ڏنو ته ناڪئو الهڏنو اهو اشارو سمجهي ويو، هڪ وڏي آواز ۾ چيائين. ”اهو هوڙو سائين محمد مولائيءَ جو آهي. شڪار تي وڃي پيو، ناڪئو چانهه ٺاهي سيني کي ڏني، مان چانهه جو ڪوپ ڪٽي مُهريءَ تان اٿي سڪاڻ تي وڃي ويٺس. اُتي چانهه پيئڻ ۾ مزو آيو پئي. هوڙي جو پينگهه وانگر لڏڻ ۽ هلڻ چؤ ڦير اونداهي هٿ نه ڏسي هٿ کي، وري ٿڌڙي هوا جهومائي تي چڙهيو. ايتري ۾ ناڪئو شاهه جو شعر ٻڌائڻ لڳو، سو به وڏي آواز ۽ سُر سان.

نه سي تڙ هوڙا ڪَ، نه وايون وڻجارن جُون،
سَر تيون! سامونڊين جا اَڄُ پُڻ ڇڪيمَ چاڪَ
مارينهُون! فراق پاڙيحيون، پرين جا.
(شاهه سر سامونڊي، داستان پهريون)

***

ننگرَ ۾ ناريون، پَڳهه ڪِٽي پنڌ ٿيا،
بندر بازاريون، سُڃا سامونڊين ري.
(شاهه سر سامونڊي باب پهريون)

ناڪئي الهڏنو بيت ٻڌايا ته ڊاڪٽر جليل کان به رهيو ڪونه ٿيو. اهو هوڙي جي مُهريءَ تي وينو ناڪئي الهڏني کي جواب ڏي. ناڪئا! تو (واهه) جا بيت ٻڌايا... پر مي جو سُڻ.

هينئڙو پيڙيءَ جان، ڏُتڙ پئي ڏينهن ٿيا،
پُڇيو تان نه پريان، ڪر لاهُو تي ڪَڏهين.

اوچتو آسمان مان ڪنوڻين جا ڪڙڪات ۽ تجلا شروع ٿي ويا، اهڙا آواز ڪڏهن اڳي ٻڌا ڪونه هُجن. وري هلڪو وسڪارو لڳو. اسين

مُهريءَ تي ويٺا رهياسين. ان گهڙيءَ درياهہ ڏاڍو مزو ڏنو پئي. چانهہ جو ڪوپ اجا هٿ ۾ هيو. اهو مون چين تي رکيو ۽ چُسڪي پِرڻ لڳس تہ ڪوپ خالي هجي. اِها خبر ڪونہ پئي تہ ڪهڙي مهل چانهہ جي پيالي ختم ٿي. پوءِ ناڪئي جو پُٽ قادر کي آواز ڏنو.

"ادا! چانهہ کپي."

ناڪئي ڪنڌ ورائي پٽ کي چيو "چانهہ چڱي تاهي هُئي، اجا ہاٽلي ۾ هوندي... ڪُڻ ۾ چانهہ جو ہاٽو ڍڪي رکيو آهي. اهو گرم ڪرِ... چانهہ سيني کي پيار..."

ايتري ۾ وسڪارو جهڪو ٿيندو ويو. مينهن جي هلڪي ڪڻ بدن کي ٿڦڪيون ڏئي رهي هئي. جيئن ماءُ ٻنهنجي ٻار کي ننڊ ڪرائڻ جي لاءِ ٿڦڪيون هڻندي آهي. برسات جي ڪٽين ۾ پيو درياهہ جي وَچ ۾ ٻيڙيءَ جي لوڏن ۾ درياهہ جون ڇوليون جيڪي هوڙي سان لڳي، وري واپس ٿي ويون، انهن کي ڏسڻ سان ڏاڍو مزو آيو پئي. مان درياهہ جو مزو وٺي رهيو هئس. قادر هٿ وڌائي چانهہ ڏني. هوڙو آڏياڙي درياهہ کي ڇڏي ڪانئر درياهہ ۾ آيو. ڪانئر درياهہ جي ڪنڌيءَ تي ڪجهہ گهر ڏسڻ ۾ آيا. انهن ڪچن ڪڙڪانن جي گهر مان هٿ بتيءَ جي روشني ننڍڙي ٻار جيان ليئا پائي رهي هئي. جڻ اهي اسان کي اشارا ڪري سڏي رهي هئي. منهنجو ڌيان انهن گهرن ڏانهن هجي. ڊاڪٽر جليل اتي سڪاڻ تي ويٺل ناڪئي ڏي ويو، ڪيس وڏي آواز ۾ چيو "اسين اڳتي ڪونہ هلنداسين. هن ڪنڌيءَ تي فقيراڻي جتن جا گهر آهن، اڄ رات انهيءَ ڳوٺ ۾ گذارينداسين."

ناڪئو الهڏنو هوڙي جو رخ ڦيرايو. هوڙو هلندو ڳوٺ جي پاسي واري ڪنڌي وٺي هلندو رهيو. هي ڳوٺ عربي سمنڊ جي پاسي ۾ هو. اڳيان ڪانئر نَر (ڪانئر نار) هئي، جتي درياهہ عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندو آهي. انگريزي ۾ "ڪريڪ (Creck) چوندا آهن.

ڪانئر درياهہ جي اولهہ ۾ ڀاڱ فقيراڻي جتن جو ڳوٺ هُجي. ڪنڌي تي ڇَنن، منهن ۾ ڪڙڪانن وارا گهر هئا. انهن گهرن جي پاسي ۾ درياهہ جي ڪنڌيءَ تي مسجد هئي. هوڙو جيئن ان مسجد جي پاسي ۾ بيٺو تہ ڪي ماڻهو هٿ بتيون کڻي اسان جي هوڙي ڏي آيا. انهن اڳي ئي هوڙي جو آواز ٻڌو هو. ڊاڪٽر انهن کي سُڃاتو ۽ ناڪئو بہ ڏسي انهن کي ڪيڪاريو.

اسان هوڙي مان لٿاسين. سڀئي ماڻهو سڪ سان مليا. هڪ ڇڙو اسان جي اڳيان ٻتي ڪٽي هلندو رهيو. ٻيو اسان جي پويان ٻتي ڪٽي هلندو پئي آيو. ان جي هٿ ۾ لٺ به هئي. مسجد جي پاسي ۾ چنو جيڪا (اوطاق) هئي. اسين ان ۾ آياسين. اوطاق ۾ هڪڙو مهمان اڳ ۾ موجود هيو. ان سان ملياسين. هڪڙو همراهه پاڻي ڪٽي آيو. هٿ منهن ڌوئڻ جي لاءِ چيو، پوءِ چني ڪان ٻاهر نڪري هٿ مُنهن ڌوتوسين.

ڪجهه منٽ مس گذريا تہ ماني اچي وئي، ڊاڪٽر مرڪي هڪڙي ڄَت کي چيو "توکي خبر هئي ڇا...؟"

ڊاڪٽر! درياهه منجهه هوڙو هلي تہ اسان کي پتو پئجي ويندو آهي. توهان جو هوڙو ڪانئر درياهه منجهه گهڙيو تہ درياهي لهرن اسان کي اچي نياپو ڏنو تہ مهماں اچن پيا. پوءِ هو اتي هوڙي جو آواز هوري هوري ڇتو ٿيندو ويو تہ سمجهي وياسين. اهو هوڙو اسان جي ڳوٺ طرف اچي ٿو. ڇو تہ اڳيان عربي سمنڊ آهي. اوڏانهن تہ ويندو ڪونہ. پوءِ ٿن ڇئن ڇڻن جي ماني نهرائي ڇڏي. هوڙو جيئن ويجهو آيو پئي، اسان کي پڪ ٿيندي وئي تہ اهي اسان جا مهمان آهن. پوءِ ڇني ڪان ٻاهر نڪري توهان جي طرف ڏٺو. هوڙي اسان جي ڳوٺ جي ڪنڌي وارو پاسو ورتيو پئي آيو ۽ اهو ڊاڪٽر جليل هوندو، هوڙو تہ ساڳيو ئي آهي، ماني کائڻ کانپوءِ ڊاڪٽر سڀني جو تعارف ڪرايو.

"هي فقيراڻي جت آهن، اُٺ ۽ اُنيون پاليندا آهن ۽ مڇيءَ وارو ڏنڊو ڪندا آهن. اصل ۾ هنن جو ڏنڊو اُنين وارو هو، جيڪو صدين کان ڪندا پيا اچن، پوءِ ڪنڌيون اجڙيون تہ ڪاروبار گهٽجي ويا. هتان جا ماڻهو روزي ڪمائڻ ۽ ٻچن کي پالڻ جي مڇي وارو ڪم ڪرڻ لڳا. هاڻي سڀني جو اهو روزگار آهي، پر فقيراڻي جت اجان وڏڙن وارو ڏنڊو اُٺيون چارڻ ۽ وڪڻڻ وارو ڪم ڪندا اچن پيا. هنن جا وڏڙا ٻيڙن ۾ اٺ چاڙهي پرڏيهي ملڪن ڏي کپائڻ ويندا هئا. واپسي ۾ اهي مختلف وکرن ۽ سامانن سان ٻيڙا ڀرائي ايندا هئا. پوءِ اتي ويٺل جتن سان تعارف ٿيو. حاجي يعقوب ڄَت فقيراڻي، علي محمد فقيراڻي جت، عثمان فقيراڻي جت، هاشم فقيراڻي جت، جيڪو مهمان ڇني ۾ ويٺو هو. اهو بہ ذات جو ڄَتَ هُجي.

ڳالهه ٻولهه ۾ فقيراڻي جتن جو لهجو الڳ محسوس ٿيو. ساموندي پٽي ۽ لاڙ ۾ جتن جون اُوڙڪون (ذاتيون ۽ پاڙا) گهڻيون آهن.

رات جو ڪچهريءَ ۾ فقير اڻي جت يعقوب قصو ٻڌايو "هڪ ڀيري گڊاڻي درياهه (بلوچستان) تي شڪار ڪري رهيا هئاسون. ناڪئو جانو خاصخيلي، خلاصي هيرو خلاصي مَنو مَگر (مڇيءَ جو نالو) خلاصي چنيسر بوٿو (مڇيءَ جو نالو) خلاصي خيرو، خلاصي حاجي ملاح، خلاصي پوپو (مڇيءَ جو نالو) خلاص جانو ڪُرڙو (مڇيءَ جو نالو) خلاصي ٽيري (مڇيءَ جو نالو) خلاصي محمد ماڇيو، خلاصي بالو بوهَڙ (مڇيءَ جو نالو) ڀنڊاري (رڌ پچاءَ ڪندڙ) ميرو ملاح، سڀئي هوڙي منجهه هُجون. هوڙو پاڻي منجهه پينگهه وانگر لڏندو، جهومندو هلندو رهيو، صبح جو وقت هجي. سڀئي اميد ڪري شڪار گهورڻ (ڪرڻ) وڃون پيا. اوچتو هوڙي لوڏو کاڌو، هوڙي جو پاتيو نڪري ويو ته هوڙو آسيرو پاسيرو ٿيڻ لڳو. سڀني پاڻيءَ منجهه ٽپو ڏنو، جان بچائڻ جي لاءِ آواز ڏيندا، هٿ مٿي ڪٽي ڪنهن سهاري لاءِ اشارو ڪندا ترندا رهياسين. جنهن هوڙي منجهه هئاسين، ان هوڙي جا ڀڳل ٽڪرا "پاتيا" پاڻي منجهه لڙهندي ڏٺاسين. اوچتو هڪڙو هوڙو آيو. ان پري کان درياهه منجهه ڀڳل هوڙي جي پاتين ۽ پاڻيءَ ۾ اسان کي ڏسي ورتو هجي. جڏهن اهو هوڙو ويجهو آيو ته اهو ناڪئي آلو خاصخيلي جو هجي. پوءِ ان هوڙي وارن مڙسي ڪري اسان جي هوڙي وارن ماڻهن کي بچائي ورتو ۽ پنهنجي هوڙي منجهه چاڙهي ورتو.

هن درياهه جي ڏنڌي ۾ اهو پتو نه پوندو آهي ته اڳيان ڇا ٿيڻ وارو آهي، ڇا ٿيندو... ڪهڙو واقعو يا حادثو ٿيندو. بس اميد جي ڏور پڪڙي توڪل تي هلندا رهندا آهيون. پوءِ اٿي ڇني کان ٻاهر نڪري عربي سمنڊ جو نظارو ڪرڻ لڳس. ڪانئر درياهه جي ڪنڌي تي ٽهيل گهرن مان نڪرندڙ روشني درياهه جي پاڻي ۾ ڇاپا (عڪس) اولڙا ٺاهيندي رهي هئي، انهن کي ڏسڻ بيهي رهيس. ٿڌڙي هوا به لڳي رهي هئي، ايتري ۾ ڊاڪٽر ٻاهر نڪري آيو. ٿوري گهڙي اتي ويٺا رهياسين.

صبح جو سوير سج جي ڪرڻن ڇني جي ڪانن مان اندر جهاتي پائي تماشو لائي ڏنو هو ته اک کلي وئي. اسين سڀ اٿياسين ته چانهه سان گڏ نيرن اچي وئي. ڇني جي سنهڙين ڪانين منجهان ڪلراٺي زمين تي ٻاڪري مال جون کڏڪاريون، ڏنارن جا آواز اندر ٿي آيا، هوا تيز گهلي رهي هئي. نيرن ڪري سڀني سڄڻن کان موڪلايوسين. هاڻي ڪانئر درياهه

منجهه هوڙو هلڻ لڳو... درياهه جي پنهي پاسن کان ويران ڪنڌيون ڏسڻ ۾ تي آيون. ان وقت سج چوٽ چڙهيل هو، ڪنڌين تي ننيڙا لاٽا ۽ گاهه ڏسڻ ۾ تي آيو... باقي ڪو وڻ ڪونه هُجي. هوڙو هلندو رهيو.

هاٽي اسين ڪانئر درياهه کي ڇڏي وري باغ واري درياهه ۾ آياسين. اسان کي ٽِڪو ڳوٺ ڏي وڃڻو هُيو. هي ڳوٺ سمنڊ جي پاسي ۾ هُجي.

باغ واري درياهه کي واتيءَ واري درياهه به چوندا آهن. واتيءَ واري درياهه جي اولهه ۾ فقيراڻي جتن جا گهر ۽ لکين ذات وارن جا گهر هئا. ناڪئو الهڏنو آواز ڏنو.

"مِکي بُک لڳي آ. هوڙو ڪنڌيءَ سان بيهاري شڪار گهورينڊس (گهورينڊس:مڇيءَ جو شڪار ڪندس)." پوءِ درياهه جي ڪنڌي سان هوڙو بيهاريو. جنهن جاءِ تي ڍورو هجي. ڪنڌي تي ڪنهن ڪنهن جاءِ تي به تي ننيڙا ٻوٽا ڏسڻ ۾ آيا، باقي سمورو پٽ ڪارو، ڪلرائو هُيو. البت تمرن جا وڻ ڪٿي ڪٿي نظر آيا.

ناڪئو الهڏنو سُڪاڻ (سُڪاڻ:هوڙي جو پويون حصو مُهري وارو حصو يعني اڳيون حصو) تان اٿي ڪُڻ (ڪڻ: هوڙي يا ٻيڙي جو پيٽ اندر جو حصو) منجهه آيو پٽ قادر کي آواز ڏنو آبل! رڃ (چار) ڪُڻ مان ڪَڻ ته هلون... رَڃ جو ننيڙو ٽڪرو هنن ڪنيو، هوڙي مان لهي درياهه جي ڪنڌي تي ويا. ٿورو اڳيان پاٽيءَ جي ڇاڙ هئي. ان ڇاڙ ۾ رَڃَ هڻي شڪار ڪرڻ لڳا.

جڏهن درياهه موج مستين سان وهندو هيو، ساموندي پٽيءَ ۾

اچي پنهنجيون ڇاڙون ڪَڍي، ڪنڊرڇي پکڙجي ويندو هيو. هن جي ڇاڙن کي درياهه جي مختلف نالن سان سڏبو آهي. درياهه جون ڪنڌيون سرسبز آباد، قسمين قسمين جا گاهه ٻوٽا ۽ تمر جا وڻ جيڪي ڪنڌين جي سونهن هوندا هئا. ڪنڌين تي پاڳين جا چهرا ٽهڪندا، ڪِل خوشيءَ جون چوڪرين ۽ ٽولين، درياهي ڪنڌن تي ٽلنديون هيون ۽ هير اهي پٽ اُجڙيل آهن. انهن پٽن کي ڪاري پاٽيءَ ڦتائي اجاڙي ڇڏيو آهي. نه وڻ نه واهرو ڏسجي ٿو.

ساموندي پٽي ۾ تمر جا وڻ پاڳين جي لاءِ ڏيڍ ۽ سهارو هوندا هئا. تمر جا وڻ سندن گهر اڏڻ، جايون ٺاهڻ ۾ ان جون ڪاٺيون ٽانڊو ٻارڻ جي

ڪم ايندڙيون هيون. ايتري ۾ منهنجي ڪنن تي آواز آيو... ڪنڌ ورائي ڏٺو ته هڪڙو هوڙو اسان جي هوڙي ڏي اچي رهيو هو. ان ۾ ويٺل خلاصين مان هڪ خلاصي (خلاصي: هوڙي ۾ ڪم ڪندڙ ماڻهو) آواز ڏنو "ناڪئا! الهڏنا ڪِچا پيو ڪرين؟"

ناڪئو الهڏنو اجان ڍوريءَ ۾ ويٺو هيو، تنهن آواز ٻڌو ۽ ان خلاصيءَ کي سُڃاڻي ورتو پوءِ وڏي آواز ۾ جواب ڏنو.

مگر خلاصي مڇي وٺايان پيو؟

(نوٽ) مَگر مڇيءَ جو نالو آهي. ناکئا ۽ خلاصي پاڻ تي مڇين جا نالا الڳ سڃاڻپ طور تي رکندا آهن.

مگر خلاصي وڏي آواز ۾ ورندي ڏني ناڪئا! ويسي گهُرجئي، اسان وٽ جهجهي آهي. مگر خلاصي سمجهي ويو... ناڪئو هوڙي بيهاري مڇي ماري ڪاڏو تيار ڪندو، تنهنڪري ان کان ويسي (سيڌو سامان) جي باري ۾ پُڇيو.

"مگر! مهرباني.... ويسي آهي، ڪڻ ۾ رڌ پچاءَ جو سامان آهي. ايتري ۾ اهو هوڙو جنهن مان مگر خلاصي ڳالهائي رهيو هو. اسان جي هوڙي پرسان آيو. سيني ماڻهن هٿ مٿي ڪري ڪيڪار ڪئي. ان هوڙي ۾ ويٺلن خلاصين ڊاڪٽر کي سڃاتو ۽ ڪلي آواز ڏنو.

ڊاگدر! تون ناڪئي سان گڏ آيو آهين...؟

"ها... اچو چانهه پاڻي پيو...؟

ڊاگدر! هلون پيا.... پري ويندا سين، جتي جهجهو شڪار لڳو. اُتي رَڃَ هڻندا سين.

"چڱو مهرباني."

پوءِ هوڙو آواز ڪندو هلندو ويو. درياهه جي لهرن ۾ اسان جو هوڙو پينگهه جيان لڏي رهيو هو.

ناڪئو الهڏنو مڇي ماري ڪٺي آيو. مڇي جا ڇلر چاندي جي پَتَن جيان چمڪي رهيا هُجن. ناڪئو ۽ اُن جو پُٽ ٻئي رڌ پچاءَ ۾ لڳي ويا. ڊاڪٽر اجان درياهه جي ڪنڌيءَ تي هيو. سج جا ڪرڻا پاڻي ۾ تجلا ڏيندا تي رهيا.

الهڏنو هوڙي جي ڪڻ مان هڪ وڏو دٻو ڪنيو، ان کي کولي مرچ

مصالحن واريون پُڙيون ڪنيون. قادر مڇيءَ ڪي ڇلي چير ڏئي ڇڏيا هُجن. ۽ آٽو ڳوهڻ ۾ لڳي ويو.

"ساموندي ۽ درياهن تي شڪار گھوريندڙ (شڪار ڪندڙ) ماڻهو پاڻ سان "ويسي" ضرور کڻندا آهن. اِهي ويسي يعني سودو سڙو ڪانسواءِ هلندا ڪونه. نه ڪووري شڪار ڪرڻ ويندا.

شڪار ڪرڻ ۾ گھڻا ڏينهن لڳندا آهن، تنهن لاءِ پنهنجو پورو بندوبست ڪري ويندا آهن. تيل جا وڏا ڪين. ڊرم پرائيندا جهجهي ويسي (سامان) جنهن ۾ رڌ پچاءِ وارو سامان، بصر، پٽاٽا، چانور، اٽو، تيل، گرم مصالا، لوڻ ۽ مرچ ۽ پيو سامان کڻندا آهن. ڪيترا خلاصي ۽ ناکئا پاڻ سان تماڪ واريون پڙيون، گُٽڪو، سگريٽ، پَن جون پيڙيون، انهن جا بنڊل پاڻ سان کڻي ويندا آهن. شڪار تي نڪري ناکئا ۽ خلاصي پنهنجو پورو بندوبست ڪري پوءِ تڙ (درياهه جي ڪنڌي) ڇڏيندا آهن. جيترا ڏينهن انهن کي درياهه ۾ رهڻو هوندو آهي، اُنهن ڏينهن کان ڪجهه وڌيڪ ڏينهن جي لاءِ ويسي (سيڌو سامان) کڻي ويندا آهن. درياهه ۾ هلندي پيڙائيتا ماڻهو هڪٻئي جي جَهجهي مدد ڪندا آهن ۽ هڪٻئي جو سهارو هوندا آهن. شڪار ڪندڙ ۽ درياهه منجهه هلڻ وارو پنڌ ڏاڍو اڙانگو ۽ ٿڪائيندڙ ٿيندو آهي.

اسين ڪجھ وقت ڪنڌيءَ وٽ بيٺا رهياسين. ماني تيار ٿي وئي. ڊاڪٽر جليل آيو، جيڪو ٿورو اڳ ڪنڌيءَ تي پسار ڪري رهيو هو. پوءِ اسان گڏجي ماني کاڌي سون. باغ واري درياهه جي هڪ ڇاڙ اُتر طرف ۾ شڪرانو درياهه سان ملي ٿي. اها ڇاڙ مَل درياهه مان گذري وري ڪانئر درياهه سان گڏجي پوءِ سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿي. درياهه جون وڏيون ڇاڙون هونديون آهن، جن مان هوڙا، پيڙيون گذري ويندا آهن، انهن ڇاڙن کي درياهي ماڻهو "ڪِناٽي" سڏيندا آهن.

ساموندي پٽيءَ ۾ ننڍين وڏن درياهن سان گڏ ڇاڙن، ڪارين جو ميلو لڳو پيو هوندو آهي. هڪ درياهه منجهان نڪرندڙ ڇاڙ گھمندي ڦرندي ور وڪڙ کائيندي بين درياهن مان گذرندي ويندي آهي يا ڪي ڇاڙون هڪ درياهه مان گذري ٻئي درياهه مان گذري ويندیون آهن.

ساموندي پٽي ۾ ڍورن ۽ ڇاڙن ۽ ننڍڙين ڍورين جو رنگ يا انهن

جي هلت چلت بہ ڏسڻ وٽان آهي. ٿوري جهٽ جي لاءِ اهو تصور ڪجي تہ جنهن وقت جام پاڻي سنڌو درياهہ ۾ هوندو هو، تنهن وقت اهي ڍورا، ڍوريون، ڪاريون، ڇاڙون سونهن ڀريون نظر ايندڀون هونديون. درياهن جون ڪنڌيون مهاڻن، پين ذاتين وارن ماڻهن جي محبت سان مُنڊيون پيون هونديون. واهہ جو نظارو هوندو...!! اهو سوچيندي اندر ۾ ڪاڇي ويس.... درياهہ جي ڪنڌيءَ ڪي جنهن وٽ هوڙو بيٺل هجي، ان ڪي ڏسي ڪونہ سگهيس.

ايتري ۾ ناڪئو چانهہ کڻي آيو "ادا چانهہ پيو، هاڻي هيءَ ڪنڌي ڇڏي اڳتي هلنداسين... شام جو سانجهي جي مهل ٽِڪو ڳوٺ ۾ منزل آهي."

چانهہ پيئڻ تي دل نہ پئي چوي، هوڙو هلڻ لڳو. درياهہ ۾ سنهڙين مڇين جي راند ڏانهن ڌيان ڇڪجڻ لڳو. مڇيون پاڻيءَ مان نڪري مٿي وڃي وري پاڻي ۾ ٽپي ٽي هنيائون. مون کي ڳوٺ نصير آباد وارو ڇيلو واهہ ياد اچي ويو، جتي اسين چار پنج دوست ڇيلو جي مٿاهين ڪپر يا موريءَ تي بيهي پاڻيءَ منجهہ گهتون، ٽپيون ڏيندا هئاسين. اهو منظر ذهن ۾ اچي ويو. چانهہ جي سُرڪي ڀري وري درياهہ منجهہ مڇين جي راند ڏسڻ لڳس. بہ ٽي مڇيون پاڻيءَ مان نڪري ٽپ ڏئي هوڙي جي مٿان اُڪري پئي پاسي پاڻي ۾ وڃين ڪِريون. انهن مڇين جا ڇلڪندڙ ڇلر ڪنوڻ وانگر چمڪو ڏئي ٽي ويا. درياهہ ۾ هوڙو هلندو رهيو. چوڦير پاڻي ئي پاڻي هُجي. درياهہ منجهہ ڀري ڪان سنڌي گيتن آواز ٽي آيا.

ناڪئو الهڏنو سڪاڻ کي چڏي اسان سان اچي ويٺو. ادا گيتن جو آواز ٻڌين پيون... اهي هوڙا شڪار تي وڃن ٿا ۽ ڪي هوڙا شڪار ڪري موٽيا آهن. هاڻ اهي گيت ڳائيندا اچن پيا. لڳي ٿو، انهن ڪي جهجهو شڪار لڳو هوندو. هاڻ منهنجي دل چوي ٿي تہ اسين بہ شاهہ سائين جا بيت ڳايون. ڪجهہ آئون بيت ٻڌائيندس، پوءِ ڪي شعر ڊاڪٽر ٻڌائيندو.

وَٽَ وَٽَ وَنيءَ ۾، مَٽَ مَٽَ منڊ پئو،
قدر ڪيف ڪلاڙ، جو پيا ڪن پئو،
آچن درس دڪان تي، ڪَنڌ قبول ڪيئو،
سُرَها سرِ ڏِئو، ڇڪنَ سُرڪَ سينڌ جي.
پوءِ ڊاڪٽر شعر ٻڌايو:
لَهرن ليکو ناهِ ڪو، ڇِتِ ڪَپَر ڪُن ڪارا،

اڇارا عميق جا، آڇن اوڀارا،
اُتي آسارا! ويئر وڙهنديءَ ويسرا.
(شاهه)

درياءَ جي ڪنڌي ڏانهن نهاريندي مون کي ساجد سنڌيءَ جو شعر "سمبارا" جون سٽون ياد اچي ويون.

ڪانهه ڪنڌيءَ جون سرگوشيون،
کن پل مرکن، کن پل روئن.
ڳالهه ڪُنن جي ڪن آ پهتي،
لهرون لهرون ساڳي سُس پُس.
هن رت کهڙي راند رچائي،
اُپ جو سينو سوڙهو ٿي پيو.

هوڙو هلندو رهيو، باغ واري درياهه جي اولهہ ۾ "واٽي واري ڍوري" تي فقيراڻي جتن جو ڳوٺ هو. فقيراڻي جتن جي ڳوٺ جي سامهون باغ واري درياهه جي اوڀر ۾ ٽِڪو جو ڳوٺ هيو. هي ڳوٺ ونگائي جتن جو هو. ڪجهه دير ڪانپوءِ هوڙو "مَل درياهه" ۾ داخل ٿيو. مَل درياهه پراڻي شاخ سنڌو درياهه جي آهي. اڳي مَل درياهه ديهه باگاٽا مان نڪرندو، ديهه چوڙ گُجو، ديهه موسيٰ ۽ ديهه سلطان پور، ديهه ميران، ديهه کُن ۽ ٽِڪو جي وچ مان گذري عربي سمنڊ ۾ چوڙ ڪندو هو، پر هاڻي مَل درياهہ ديهه ميران مان گذري عربي سمنڊ ۾ پوي ٿو. ساموندي پٽيءَ ۾ چاڙون هڪ درياهه مان نڪري وري ٻي درياهه منجهه پوَن... وري اتان نڪري ٽئين درياهہ منجهان گذري وڃن. درياهه جا رُخ ڦرن ٿا تہ چاڙون بہ ڦٽيو وڃن، پوءِ وري نيون چاڙون درياهه منجهان ڦوٽهڙو ڪائن (نڪرن) ٿيون.

پيڙيءَ درياهہ جي اُپرندي ڪنڌيءَ سان هلندي رهي ناڪئو پيڙيءَ جو رُخ درياءَ جي پيٽ ڏانهن يعني وچ ڏانهن ڪيو تہ ڊاڪٽر آواز ڏيندي.

ناڪئا! اُراڙ ڇڏي پَراڙ پيو هلين؟

ناڪئو ڪنڌ ورائي، وڏي آواز ۾ سُر سان شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جو بيت ڳائڻ لڳو.

اوراڙ نہ پَراڙ، ويچاري وهہ وچ ۾
سُڪي ڏني سُپرين، پيو مڙئي تار

گهڙ تون ڪيم نهار، ٻڏندن سين ٻاجهون ڪري

ڊاڪٽر جليل ڪتي چوڻ لڳو،

"ادا، اسان کي هلڻو ئي پرين ڪنڌي تي آهي".

پيڙي وچ درياهه" ۾ پهتي تہ درياهن جون لهرون پيڙيءَ کي پينگهہ جيان لوڏو ڏيڻ لڳيون. درياهہ جي اتندڙ تيز لهرن ۾ مڇين جا ٽينگ ٽپا ڏسڻ وٽان هُجن. مڇين جي ٻُت جا چلر چانديءَ جي ورقن جيان چمڪندا نظر آيا پئي. لهرن مان مڇين مٿي ٻُل ڏئي پيڙيءَ مٿان پئي پاسي گتون تي هنيائون. مڇين جو اهو اڏرڻ ڏسي ڪجهہ گهڙي ماٺ ٿي ويس. جيڪڏهن ڪئميرا هُجي ها تہ مڇين جا ٽينگ ٽپا ڏيڻ، پيڙيءَ جي مٿان ٻُل ڪائڻ وارا منظر محفوظ ڪري وٺان ها. "پيڙي وچ درياهہ" ۾ هلندي ناڪئي چيو، حاجي دبلي ناڪئي جي هوڙي وجي پئي. اهو ريلو ريڙهيءَ ميانڻ جو آهي. ريڙهي ڳوٺ جا ماڻهو "هوڙو" يا "هوڙي" جا لفظ گهڻو استعمال ڪندا آهن" پيڙي وچ درياهہ ۾ هُجي، تيز هوا تي پيڙي لوڏو ڪائي، آسيري پاسيري ٿيندي رهي. پيڙي ڪنڌي جي پاسي هلي رهئي هئي، پيڙيءَ کي اُهي لوڏا ڪونہ هئا. جيڪي وچ درياهہ منجهہ هئا. درياهہ جون ڪنڌين تي وڻ ٽڻ ڪونہ هئا. ڪنهن هنڌ تي هڪ ٻہ ننيڙي قد وارا لاٽا ۽ پٽ تي ڄاريون پکڙيل هيون. اُن پٽ تي پاڻيءَ جي پوسل هئي.

ناڪئي ڪنڌ ورائي، پنهنجي پرسان ويهڻ جو اشارو ڪيو. آءُ موريءَ تي ويٺو هوس. پيڙيءَ جي "ڪُڻ" ۾ لهي ويس. هي پيڙيءَ جو اندريو حصو هيو. جنهن کي درياهہ جا ماڻهو "ڪُڻ" چوندا آهن. ڪڻ ۾ سيڏي سامان سان گڏ، ننيڙو "رَڇ" يعني ڄار پيو هجي. جنهن سان مڇي ماري ڪاڏي هئي سون. ڪوهستاني علائقي جا ماڻهو خاص طور واڊيلا بلوچ "رَڇ" جو لفظ رڏ پچاءِ وارن ٿانون جي لاءِ استعمال ڪندا آهن.

"ادي! رَڇ اوري ڪَر" ادي! ٿانو اوري ڪر.

جڏهن سڪاڻ تي اچي وينس تہ ناڪئي چيو اسين لاڙ جا ماڻهو پاڻيءَ سان ڊورين ۽ ڪناٽين سان واسطو رکون. جڏهن پيڙي ۾ هُجون تہ شاهہ پٽائيءَ جا بيت ۽ وائيون ڳائيندا آهيون. پوءِ پنڌ ۽ سفر جو پتو نہ پوندو آهي ۽ ماڳ تي رسي ويندا آهيون. ناڪئو درياهن جي ڪنڌيءَ ڏي ناري (نهاري) چيو. ڪنهن وقت هي ڪنڌيون ڪَر ڪٽي نهاريندڙيون هُيون تہ درياهہ منجهہ

هلندڙ پيڙائتن جا ڪنڌ بہ ڪنڌين تي رهندڙ ياڳين ڏانهن لڙي ويندا هئا.
هنن ڪنڌين تي وڏا ميلا، ملاڪڙا، ڳئڻ وڄائڻ ٿيندا هئا. رات ڏينهن ماڻهن
جون محفلون مچنديون هيون. وري "سوکي بندر" تي وڃون، واهہ جو مزو
آچيو وڃيَ. سوکي بندر جي پاسن ۾ سوين ڳوٺ آباد هئا. روزانو سوين ماڻهو
سوکي جي پاسن کان ڳوٺن ۽ ٽڙنَ (پتڻن وارا ننڍڙا بندر) کان ماڻهو صبح ۽
شام جو سوکيءَ ۾ ايندا هئا، ڪي وري مزوريءَ جي ڪرڻ لاءِ "بندر" تي سوير
ايندا هئا".

ڊاڪٽر جليل کُڻ مان نڪري شڪارڻ تي آيو، الهڏنو خاصخيلي موريءَ تي
وينو هُجي، هُن وڏي آواز ۾ چيو:

ڀڪان بيت سُڻو، اسان ڪنڌ ورائي هٿ جو اشارو ڪري چيو، ادا، وڏي آواز
سان ۽ سُر سان ٻڌاءِ.

ايتري ۾ ڪَڪَر آسمان ۾ ڪٺي ٿي ويا. موسم جهڙالي ٿي وئي، ٿڌڙي هوا
گهلڻ لڳي. آهستي آهستي هوا ۾ تيزي آچي وئي، ائين لڳو ڄڻ وڄون وسڻ
واريون آهن. ايتري ۾ الهڏني خاصخيلي بيت ٻڌايو

بندر بارو بار مُلهہ نہ ملي وارين
فقير اٽي پار، آمل ڏين اتوريا

ڊاڪٽر جليل وارو سومرن جي دؤر جو شاعر پير پٺو جو شعر پڙهيو.

ديبل پاس ڏڪليجي، آيو آب اُپار
مڪلي ماڳ مٿاهين ٿياسين.

شڪارڻ تي ڪنهن ڪنهن وقت لهرون پاٽيءَ ڇنڊا اسان جي مٿان وسائي
هليون ٿي ويون. مان سڪارڻ تان اُٿي وري موريءَ تي اچي ويٺس، منهنجن
ذهن ۾ سامونڊري پٽيءَ وارا "بندر" واسو ڪرن لڳا، ڊاڪٽر چيو، جن رسالن
۽ ڪتابن ۾ "بندر گاهن. جي باري ۾ پڙهيو اُهي ياد آهن آيا. ڇو تہ جنهن
هنڌان اسان ٻيڙيءَ منجهہ هلي رهيا، سا لاڙ جي سامونڊي پٽي هئي هن پٽيءَ
۾ سنڌو درياهہ جا ڪيترائي سڙن جي تعداد ۾ ڦاٽ آهن. جيڪي هاڻ
درياهن جي نالن سڏجن ٿا. هي پٽيءَ سنڌ جي ياڳن واري پٽي سڏبي هئي،
ڇو تہ هتي گهڻا سامونڊري بندر هئا. جن مان اٺويهہ ويهہ وڏا مشهور بندر گاهہ
هئا.

آءُ خيالن ۾ وينو هئس تہ ناڪئي جو آواز ڪن رتي پيو.

هير شاهہ جو شعر پڙ‍ھو، پوءِ چانهہ جو وارو ايندو“.
سامونڊي ساري، متي تڙ گذاريان
مون کي تي ماري، اُنهين سندي ڳالهڙي
واهہ ... واهہ .. ناکئا ”جليل جي وات مان لفظ نڪري ويا. ناکئو خوشي تي، سکاڻ تان لهي ٻيڙيءَ جي ڪُڻ ۾ ويو. اُن مان ٻاٽو کڻي، ٻيڙي کان ٿورو جهڪي درياهہ جي پاڻي ۾ ٻاٽو وجهي، اُن کي هٿ سان صاف ڪري، پوءِ ڪڻ ۾ رکيائين. ڪڻ مان چانهہ جا چار مگا کڻي، اُنهن کي بہ درياهہ جي پاڻيءَ ۾ صاف ڪيائين. ناکئو ڪڻ ۾ ڪُلَ (چلهہ) جي پرسان آيو. اُن ۾ سنهڙيون ڪاٺيون وجهي، تيلي ٻاري تہ ڪاٺيون ٻرڻ لڳيون ۽ ڪَل مان دونهون ٻاهر آيو. ٻاٽو کڻي اُن ۾ کير ۽ چانهہ جي پتي ڪَل تي رکيائين. پوءِ ڪڻ مان اُٿي، درياهہ جي ڪنڌيءَ ڏانهن ڏسڻ لڳو. هن جي اکين ۾ آلاڻ اچي وئي. سندس چهري تي مايوسي ۽ اداسي اڀري آيس. پوءِ ڏکاري انداز ۾ چيائين.
ادا، اِهي پَٽَ جن تي اسين، پنڌڙا ڪيا، مائٽن سان گڏجي عزيزن ڏي ايندا هاسين. هاڻ اُهي ڳالهيون ياد ڪري اندر ۾ آڏَ تي ويندو آهيان. هن سامونڊيءَ جي پٽن تي پيار پلجندا هئا. هَر ڪنڌيءَ تي ماڻهن سان ڇَنا، مَنَهہ پريا پيا هوندا هئا، ياڳيا آيل کي ياڪر پائي جيءَ ۾ جايون ڏيندا ها تہ ڪتي ميلن جو ڏيک ڏسڻ ۾ ايندو هو. اڙي .. ”اوچتو ناکئي کان دانهن نڪري وئي ۽ ڪُل ڏانهن وڌي ويو... جي هي چلهہ تي نہ اچي ها تہ چانهہ واري ٻاٽي مان چانهہ هارجي پوي ها.
ناکئا! ڳالهائين جَهجو پيو ڪرين“ الهڏني چيس.
ادا! ڳالهيون پيٽ ۾ جو آهن، پلا اِهي ڪيئن ٻاهر نڪرنديون.
ڊاڪٽر ۽ مون کان ڪل نڪري وئي. ناکئو چانهہ ٺاهي پهرين الهڏنو خاصخيلي کي چانهہ ڏني، پوءِ اسان کي چانهہ ڏيڻ لاءِ سکاڻ تي آيو. سائين سوکي بندر تي هر سال وڏا ميلا لڳندا ها. اسان ننڍپڻ ڏٺا، بندرگاهہ کان ٿوري سڌ پنڌ تي سوکيءَ جو شهر هو. ماڻهو بيل گاڏين تي سامان ڍوئيندا هئا. ڪي اُنن ۽ گهوڙن تي سامان کڻي بندر تي ايندا هيا. اسان کي عالي ٻاڻي ”بندر تي لاهيندو هو تہ پوءِ پنڌ سوکي ويندا هئاسين“. ناکئو چانهہ جو مگو ڏئي هليو ويو.
ناکئي جا لفظ ”سوکيءَ تي هر سال ميلا لڳندا هُئا“. بندرگاهن تي

ميلن ملاکڙن ۽ بيل گاڏين، ڏاند ۽ اُٺن جون ڳالهيون، بندرگاهن تي هر وقت ماڻهن جي رونق ۽ پيهه لڳي پئي هوندي هئي.

شام جو ٽِڪو ڳوٺ جي پرسان پهتاسين، هڪڙو ڍورو هُجي، تنهن ۾ هوڙي (پيڙي) بيٺل هئي. ڍوري جي ڪنڌيءَ تي مسجد هئي. ناکئو الهڏنو ميربحر، ان مسجد جي پاسي ۾ هوڙو بيهاريو. ڪنڌي تي پنج ڇهه ماڻهو بيٺا هجن، انهن ناکئي ۾ ڊاڪٽر جليل کي سڃاتو. آواز ڏئي چيائون:

او ڊاڪٽر، ناکئا خوش آهيو.

احمد ونگائي ڪهڙا حال اٿئي.

جيئن هوڙي مان لهي ڪنڌيءَ تي وياسين، سڀئي ماڻهو مليا، اتي ناکئو احمد جت، ناکو محمد جَت جو ڊاڪٽر تعارف ڪرايو. هي ٽِڪو ڳوٺ ونگائي جَتن جو هو. پوءِ سڀئي ڇَني ۾ ويناسين. ڪچهري چالوٿي. احمد جت ونگائي پڇيو:

ڪٿان پيا اچو.

”سائين! سوکيءَ جا قتل نشان ڏِسي اچون پيا...“ مون کيس جواب ڏنو. ايتري ۾ تي چار ماڻهو ڇني ۾ آيا، اهي هٿ ملائي ويهي رهيا.

اِهي ٽولا ٻڌندي ڪچهري ۾ سڀئي ماڻهو هڪٻئي ڏي ڏسڻ لڳا... هنن جي ذهنن ۾ سوکي جون يادگيريون سمنڊ جي وير وانگي ذهنن جي ڪنارن کي ڇُهي هليون ٿي ويون... ڇو تہ درياهي ڪنڌين، قتل ڳوٺن، اجڙيل بندرگاهن جو درد ساموندي ۽ لاڙي ماڻهن کان وڌيڪ ٻيو ڪو ڄاڻي نہ ٿو. پلا... سُکي وارن ماڻهن کي ساموندي ماڻهن جي پيڙاهن ۽ پوڳنائن جو پتو ڪهڙو...!! پوءِ ناکئو احمد جت ونگائي چيو:

سوکي بندرگاهہ ۽ شهر ڏٺوسين. وڏو سُکيو ستابو، امن پريو شهر هُيو. سوکيءَ جي ماڻهن جي محبت جو مثال پين ترن وارا ڏيندا هئا. اسان وٽ ڪو مهمان ايندو هو تہ ان کي چانهہ ۽ مٺائي کارائڻ ۽ سوکيءَ جي بازار گهمائڻ لاءِ شام جي وقت سوکي وٺي ويندا هئاسين.

سوکي شهر جا واٽيا جيڪي واپاري هوندا هئا، اهي سوکيءَ کي سنڀاليندا هئا، انهن جي وڃڻ کانپوءِ باقي ماڻهو جيڪي سوکيءَ جا وارث بڻيا، تن ڪونہ سنڀاليو ۽ سوکي ڦٽي ويو. اسان ننڍڙي عمر ۾ وڏڙن سان سوکي ويندا هئاسين تہ سچو ڏينهن سوکيءَ ۾ گهمندي ڦرندي مزو اچي

ويندو هو. جڏهن سوکي جا سُکيا ماڻهو وڃڻ لڳا تہ اهي سوکيءَ منجهان سڏڪندا روئيندا هليا ويا. پوءِ سوکيءَ جا ڏنڊا ڪاروبار بيهجي ويا. صفا ٿورن سالن ۾ سوکي اجڙي ويو. واڻين جي وڃڻ کان پوءِ سوکي ڦٽي ويو.

اُهي واڻيا ٻين ملڪن، شهرن سان وڻج واپار، سامان جي مَٽَ سَٽَ، شين جي ڏيتي ليتي ڪندا هئا. سوکيءَ ۾ آنَ ڏرڻ واريون مشينون، سارين جا ڪارخانہ، اسڪول، اسپتال سڀئي واڻين جي هيٺ سنڀال ۾ هئا. سوکيءَ ۾ واڻين جون پڪيون جايون هونديون هيون. سنڌيءَ ۾ هڪ چوڻي آهي "وڻ بہ ويا، واهِرا بہ ويا."

وڻن ۾ ئي پکين جا آکيرا سهڻا لڳندا آهن. پکي ئي وڻن منجهہ ڪک ڪانن، سنهڙين تيلين جا گھر ٺاهيندا آهن. وڻ چانورو ڪندا آهن. سوکيءَ جا واڻيا سڀني جي لاءِ چانورو هئا.

جڏهن برساتون پونديون هيون تہ اسين ٻاراڻي عمر ۾ سوکيءَ جي پٽن تي وڃي ڊينگلا روپيہ ڳوليندا هئاسين. ڊينگلا روپيہ چانديءَ جا هوندا هئا. اُهي چانديءَ جا روپيہ ڳولي ڏاڍا خوش ٿيندا هئاسين. ڊينگلن روپين مان پتو پوي ٿو تہ واڻيا ڏوڪڙ پيسو گھرن ۾ رکندا هئا. گھرن جي پٽين يا پِٽَ کي کوٽي کڏ کٽي انهن ۾ ڊينگلا روپيہ پوري لڪائيندا هئا.

برساتن جي ڏينهن ۾ ٻين ٽڙن کان ٻار ايندا هئا، اسان بہ ويندا هئاسين. ڳوٺ سوکيءَ جي پاسن ۾ درياهہ. ميرواهہ، واهڻ، سنهڙي اهي ٿئي واسو کاريءَ مان لنگهي عربي سمنڊ ۾ وڃيو ڇوڙ ڪن.

سنڌو درياهہ جڏهن سجاول کان اڳتي ٽپي هلي ٿو تہ هن مان ٻيا ڦاٽ درياهہ (چاڙون) نڪرن ٿا. ڇروڙو. مُٽڻي درياهہ، ڦاٽ درياهہ مان، ڪڻند درياهہ ۽ ونو درياهہ نڪري ٿو. ڏسندي ڏسندي ساموئيءَ پٽي ۾ درياهن جو جار وڇائجي وڃي ٿو. انهن درياهن جي راند روند ڏسڻ وٽان آهي. ڪنهن وقت ائين لڳندو آهي جو اهي درياهہ ٻارن جيان راند ڪُڏي رهيا آهن." ها... ونجهہ وٺي راند ڪندا رهن ٿا.

ڊاڪٽر جليل ڪٽي ڪچهريءَ ۾ حصو ورتو. جنهن موضوع تي ڳالهہ ٿي رهي هئي، ان قصي کي اڳتي وڌائيندي چيو، ادا! سنڌو درياهہ مان جيڪي درياهہ نڪرن ٿا، اُهي الڳ الڳ نالن سان سڏبا آهن. آئون ڪجهہ درياهن جا نالا ٻڌايان ٿو.

(1) پار درياهه، (2) گهوڙو درياهه، (3) پڪيئڙو درياهه، (4) متڻي درياهه، (5) قاٽ درياهه، (6) ڪٽند درياهه، (7) ڪانئر درياهه، (8) پيتاڻي درياهه، (9) چڙي درياهه، (10) روهڙو درياهه، (11) رنتي درياهه، (12) جوڳيئڙو درياهه، (13) جنڊاڙو درياهه، (14) جهول درياهه، (15) ڪاهي درياهه، (16) ڪُڏي درياهه (17) وڏائي درياهه، (18) سوداگر درياهه، (19) ڪن ڇني درياهه، (20) ڪارونڀار درياهه، (21) سنهڙي درياهه، (22) سڪيئڙو درياهه، (23) چار وارو درياهه، (24) سنهڙي ڪوير درياهه، (25) ڪڏيرو درياهه، (26) ڏمبري درياهه، (27) ڏيو درياهه، (28) نانگ واري درياهه، (29) چرڻ درياهه، (30) ڏرڙ درياهه، (31) مَل درياهه، (32) واڳو درياهه، (33) ڪورنگي درياهه، (34) ميرواهه درياهه، (35) سير درياهه، (36) وٿو درياهه، (37) واڻ درياهه، (38) ڏوداڻيو درياهه، (39) جري درياهه، (40) ڏنگي درياهه، (41) ڇَنَ درياهه، (42) آڏياڙي درياهه، (43) ترسياڻ درياهه، (44) چاڳلو درياهه، (45) اوچتو درياهه، (46) پوري درياهه، (47) پڪيئڙو درياهه، (48) رتو ڪوٽ درياهه، (49) ڀڳاڙ درياهه، (50) گوراڙ درياهه، (51) پنيور درياهه، (52) چرٽي وارو درياهه، (53) شڪرانو دراهه، (54) گاريلي درياهه، (55) ٻانجهي وارو درياهه، (56) باغ واري درياهه، (57) پلاڻ درياهه، (58) آمن وارو درياهه.

ڳوٺ ٽِڪو کان واپسيءَ مهل باغ واري درياهه مان هلندي، پاڻيءَ جي سنهڙين لهرن کي ڏسندي، جيڪي ٻيڙي سان ٽڪرائجي هليون ٿي ويون. ان وقت منهنجي ذهن ۾ انهن ماڻهن جا خيال لهرن وانگر ٽڪرائجڻ لڳا، جيڪي سوکي بندرگاهه کان لڏي ويا هُجن، اُهي ڪٿي هوندا.؟ انهن مان ڪيترا حال حيات هوندا...!؟ ڪَهڙن ماڳن تي انهن جو ڏس پتو ملندو...؟ بس پوءِ ذهن ۾ هلچل مچي وئي. ڏاڍو بي چين ٿي ويس. قديم تاريخ جو جائزو وٺجي ته اهو پتو پوي ٿو ته "سنڌ جي ماڳن سان وڏو مزاق ٿيندو رهيو آهي، ڪڏهن سامونڊي لهرن ته ڪڏهن پنهنجن ماڻهن ڪيو آهي. رات جو جڏهن ڪارو چاڻ پهتاسين ته پوءِ به انهن ماڻهن جا خيال ڪُن وانگي ذهن ۾ ڦرندا رهيا.

صبح جو ڊاڪٽر جليل نيرن ڪٽي آيو، الله ڏنو خاصخيلي ۾ مان نيرن ڪائڻ ۾ ٻناسين ته مون کي سوکي جي ماڻهن جو خيال آيو. پوءِ ڊاڪٽر کي چيم. "ادا! هڪ ڳالهه چورڻ چاهيان ٿو ته سوکي شهر جي ماڻهن سان

ملڻو آهي. جن سوڪي ۽ سوڪي بندر کي پنهنجي اکين سان ڏٺو هو، انهن ماڻهن سان ملڻو ضروري آهي. اهي ئي ماڻهو اسان کي سوڪي شهر جي باري ۾ ۽ سوڪي بندرگاهه جي باري ۾ صحيح ڄاڻ ڏيندا.

ڊاڪٽر جليل ۽ الله ڏنو خاصخيلي گڏيل آواز ۾ چيو، "ادا! اهي ماڻهو سارا پيا آهن، ٺٽي ضلعي ۽ ڪراچي ضلعي ۾ به وينا آهن. انهن سان ضرور ملبو، جڏهن به توهان چاهيندا ته انهن ماڻهن جي ڳوٺن ڏانهن هلنداسين."

اها ڳالهه ٻڌي ڏاڍي خوشي ٿي. ماني کائڻ کانپوءِ اسين ٺٽي پتڻ تي آياسين. پاتڻي ٻيڙي جي پاسي ۾ بيٺو هو، ٻيڙي ماڻهن سان ڀريل هئي. جڏهن ٻيڙي ۾ وينس ته ڊاڪٽر وڏي آواز ۾ چيو، "ادا! ٻئي ڏينهن آئون ريڙهي ويندس، مهرباني ڪري توهان اتي اچجو، ريڙهي ۾ سوڪيءَ جا ماڻهو رهن پيا. انهن سان توهان جي ملاقات ڪرائيندس.

آءٌ درياهه جي پرين ڪنڌيءَ جي پتڻ تي آيس، اتي ڊاٽسن بيٺي هُجي، هڪ نوجوان پتڻ تي لهندڙ ماڻهن ڏي نهاري آواز ڏئي رهيو هو. "ڳاڙهو، ڳاڙهو."

آءٌ ڊاٽسن جي پنيان چڙهي هيٺ خالي جاءِ تي ويهي رهيس، ٻيڙيءَ جا گهڻا ماڻهو، جيڪي ڪاري مان گڏ ٻيڙي ۾ هئا، اهي به اچي ڊاٽسن جي پويان وينا.

ڊاٽسن ڀرجي وئي ته اهو نوجوان جيڪو آواز ڏئي رهيو هو، اهو ڊرائيور سيٽ تي ويٺو ۽ ڊاٽسن چالو ڪئي. هي رستي تي ماڻهو لاهيندو ۽ کڻندو هليو. چاليهه منٽن کانپوءِ ڳاڙهو شهر ۾ داخل ٿياسين، ڪجهه منٽن کان پوءِ خاصخيلي هوٽل ڀرسان ڊاٽسن بيهي رهي. آءٌ هيٺ لٿس، ڊرائيور کي پنجاهه روپيه ڪرايو ڏنو.

آءٌ پاسي واري هوٽل ۾ ويس ته ڪن تي آواز آيو. ادا منصور! ڪنڌ لاڙي ڏٺو ته ان ئي هوٽل ۾ باقر خان مروا بلوچ هڪ دوست سان گڏ وينو هجي، انهن جي اڳيان ميز تي چانهه جا ڪوپ رکيل هئا.

باقر خان مروا ۽ ان جي دوستن سان مليس، باقر خان اشارو ڪري چوڪري کي چيو، ادا! چانهه ڪٽي اچ.

ادا! سنو ٿيو جو ملاقات ٿي، توکي فون ڪرڻ وارو هوس، سپاٽي سائين ڪرم

علي بلوچ جي والد مرحوم جي چاليھي جي ماني آهي، ان جي دعوت ڏيڻي هئي، هاڻ چانھ پي پوءِ ڳوٺ هلندا سين.
ڳاڙهو ڪان ڳوٺ رسول بخش مروا بلوچ تائين پنجاھ ڪلو ميٽر جو فاصلو آهي.
اسين ڳاڙهو شهر مان نڪتاسين، هڪ ڪلاڪ ڪانپوءِ ميرپور ساڪرو شهر ۾ پهتاسين، سنڌ بلوچستان هوٽل ميرپور ساڪرو، حاجي عبدالغني گبول جي هوٽل جي ٻاهران موٽرسائيڪل بيهاري سين. باقر خان چيو.
ادا! چانھ پي پوءِ هلون ٿا، هاڻ اسان جو ڳوٺ ويھ ڪلو ميٽر پري آهي. روڊ خراب آهي، ڪلاڪ جو پنڌ ٿيندو.
هوٽل ۾ داخل ٿياسين تہ سامهون هڪ بزرگ شخص سفيد ڏاڙهي سان ويٺو هو. ان سان اڳ ۾ ملاقات ٿي چڪي هئي. ذهن ۾ ان جو نالو ياد نہ پيو اچي، الهڏنو ٻاهوٽ سان 2007ع ۾ سندس جي ڳوٺ محمد صديق ٻاهوٽ ۾ ملاقات ٿي هئي. الهڏنو ٻاهوٽ سوڪيءَ جي باري ۾ ٻڌايو. ڏھ سالن جو هوس، باقر خان مروا بلوچ جي پيءُ بنگل خان مروا بلوچ جيڪو مي جو چاچو هيو، ان سان گڏجي سوڪي بندر گاھ تي ويو هوس. سوڪي شهر جي ٻاهران پاڻي هيو، وير چڙهي آئي هئي. ان پاڻيءَ مان ٽپي سوڪي شهر وياسين، اتي ڊٺل گهر هئا، جايون پڪيون نہ هيل هجن پر انهن جون پٽيون ڊٺل هيون، اتان سرون ڪٽي آيس. هڪ سر ڏهن ڪلو جي هئي، جيڪا ٻہ فوٽ ويڪري ٻہ فوٽ ڊگهي هئي. اهي مٽيءَ جون نهيل هيون.
الهڏنو ٻاهوٽ کان موڪلائي اسين ڳوٺ رسول بخش مروا ۾ آياسين. اوطاق تي ڪچهري متل هئي، ان ڪچهري ۾ ڪارو ڇاڻ جو ذڪر هلي رهيو هو.
ڪارو ڇاڻ، هتي ڪنهن وقت ۾ درياهي بندر هو. ٻيڙين جو وڏو تڙ هوندو هو. ڪارو ڇاڻ شهر ۾ ٽيهن هزارن کان مٿي آبادي هئي. ساريون سَوَن ڪرارن ۾ ٿينديون هُيون. سوڪيءَ جا ماڻهو محنتي هئا. هاري ٻنا ڏِڳن جي زمينون آباد ڪندا هئا. انهن ماڻهن جو ساريال (سارين جو فصل) پوکڻ جو طريقو الڳ هو، جنهن زمين مَنجھ ساريون پوکيندا هُئا، اُن زمين کي پهرين ڳِڙ (پِنو) ڦيرائيندا هئا، پوءِ اُن زمين مَنجھ پاڻي ڦيرائيندا هئا، اُهي ماڻهو زمين جا ڳِڙ مضبوط (پِنا مضبوط) ٻڌندا هئا، تن ڏينهن ۾ مِنو پاڻي ججهو جام

هُئو، سنڌو درياهہ کي روڪ ٽوڪ ڪونہ هئي. مِٺي پاڻيءَ جي ڪري ساموندي پٽيءَ جا بندر گاهہ بيٺ ۽ درياهي ڪنڌيون، خوشحال ۽ آسوديون، مهاڻن ۽ ٻيڙائيتن جا مَيلا مَتل هوندا هئا. درياهہ کي بند ڪونہ هئا، درياهہ جي پڇڙيءَ وارا (لاڙي ۽ ساموندي) ماڻهو سکيا هُئا، ٻي ڳالهہ اِها تہ درياهہ موج مَستي سان وهندو هو تہ سمنڊ جي پاڻيءَ کي اڳتي اچڻ کين ڏيندو ۽ پوئتي ڌوڪيندو رهندو هو، تنهنڪري لاڙي ۽ ساموندري پٽيءَ بيٺ ۽ بندر بازاريون آبادي وارا هوندا هئا. ڪارو چانڌ جا ماڻهو پوکي راهي جي ڄاڻ رکندڙ ۽ ماهر هئا. زمين کي ڳَرَ ڏئي، اُن زمين ۾ مِٺو پاڻي ڇڏي پوءِ (زمين مان گاهہ ڦٽڻ) زمين مَنجهہ گاهہ ڦٽندو هو تہ مال (جانور) ڇڏيندا هئا. مال جڏهن گاهہ چَرندو، زمين ۾ هلندو، اُهي پنهنجن پيرن سان لَتڙ ڪندا هئا. جانورن جي لتاڙ سان اُها زمين نرم ٿيندي هئي تہ پوءِ اُها زمين ساريال پوکي راهيءَ (سارين پوکڻ) جي لاءِ تيار ٿي ويندي هئي. هاري زمين جي حساب سان ٻج تيار ڪندا هئا. ٻنا ٻاڻ جي ساريال جو فصل تيار ٿي پوندو هو.

ٻج تيار ڪرڻ جو طريقو:

ڪاري جا ماڻهو زمين جي حساب سان ساريال (سارين) جو ٻج ٻورين ۾ وجهي پوءِ ٻورين جا مُنهن بند ڪري سِبي ڇڏيندا هئا. جنهن زمين ۾ ٻج پوکڻو هوندو هو، اُن زمين جي هڪ جاءِ تي کڏ کوٽي، اُن منجهہ ٻجَ واريون ٻوريون وجهي ڇڏيندا هئا.

اهي ٻوريون پاڻيءَ منجهہ ٻن ڏينهن تائين پيون هونديون هيون. ٽئين ڏينهن تي زمين جي کڏي مان ٻوريون ڪڍي زمين جي ڳَرَ ٻاهران سُڪي ڪناري تي پڙش (تڏا) وڇائي، ٻورين مان ٻج ڪڍي اُن پڙش (پڙش-گاهہ جا قسم، جنهن مان تڏا ۽ تُوريون ٺاهيون ونديون آهن) تي هاري، پکيڙيندا هئا. هاري هٿن سان ٻج کي کنڊيڙي، کُلو (واڪو-ڇڊو) ڪَري تنهن کانپوءِ اُن مٿان ٻيو پڙش ڏئي وري مٿيءَ جو راڳو ڏئي بند ڪندا هئا، جيئن انهن پڙشن جي اندر هوا نہ وڃي. هِڪ يا ٻن ڏينهن کانپوءِ گرميءَ جي ڪري پڙشن جي اندر ۾ رکيل ساريال ٻج منجهان "سُئي" نڪري ايندي هئي. گونچ يا ٻج موري پوندو هو. يعني ٻج ڦٽي پوندو هو. پوءِ پڙش کي هٽائي ٻورين مان ٻج ڪڍي اُن کي ڪلاڪَ سوا جي لاءِ کولي يا پکيڙي(کنڊيڙي) رکبو هو، پوءِ تي چار مُڙس چيلهہ سان گنديءَ (ڪپڙي) جو ڪانيو ٻڌي، اُن ۾ ٻج

وڃي، پوءِ زمين ۾ لَهي وڃي، پڄ اُڇلائيندا هئا، پوکيندا هئا. اهو ڪاري جي ماڻهن جو سارياں پوکڻ جو طريقو هو.

ڪاري ۾ سارين جي پوکي راهيءَ تي ڳالهه پولهه تي. هن ڳالهه پولهه ۾ جن دوستن حصو ورتو، انهن ۾ محمد ايوب مَروا بلوچ، شهباز مَروو بلوچ، شير محمد چانڊيو، بلوچ، وزير چانڊيو بلوچ، هنيد خان گنبو بلوچ، ولي محمد گنبو بلوچ، خميسو گنبو بلوچ، شاعر رشيد چانڊيو، ڪمال بلوچ، خان محمد گنبو بلوچ، بکر چانڊيو ۽ عبدالله چانڊيو. پوءِ شاعر رشيد چانڊيو ڪارائي پٽن جي ڦتندڙ حالتن بابت ڪچهريءَ وارن وارن کي نظم ٻڌايو.

مشهور ملڪن اندر، ڪارو ڪڏهن خوشحال هو،

ڪيئي تي رهيون، قومون، قومون هتي هن جو نہ ڪو مثال هو،

هـر ڏئـي تـوڙ ٻـڪـيـلا، هـي وڏو هـت ڊال هـو،

هَـو هـاري نـاري هـتـي، مـاڻـهـو مَـڙئـي مـتـوال هـو،

آن انـبـاري هُـئـا هـتـي، ۽ ٻـيـو گـهـڻـو هـت مـال هـو،

ڪـير لَسيون ڪوڙ هئا، ڪُتو نہ ڪِنهن جو خيال هو،

مـوج هـئـي مـهـراڻ جـي، جَـر مِـنـو هـت جـال هـو،

واهڻ هئا، وسنديون هيون، ناليون هيون نيڪال هو.

سَـر بسـر سـاريـون هُـيـون، خـالـي نـہ هـت خـال هـو،

اڄ ڏئـم ڪـارو وڃـي، بـي حـد گـهـڻـو بـي حـال هـو،

سـمـنـڊ سـارو ويـو ڪـٽـي، ظـاهـر مـتـس زوال هـو،

وَر چَـڙهـي وَيـو، ويـر جـي، اهـڙيءَ طـرح احـوال هـو،

ويـا ٽِـنـيـون ٻـارا ٻُـڏي افضـل نـہ ڪـو فـي الـحـال هـو،

جـا گُـذر تـي تـئـي گـهـڙي، سـا سـوَ بـرابـر سـال هـو،

ويـا لـڏي ڪـارو چَـڏي، جِـن جـو جـيـئـڻ جَـنـجـال هـو،

هي چا مَنجهان چا تـي ويو، قـدرت سندو ڪمال هو،

سَي ڪـير هُـئا، ڪـيـڏانـهـن ويـا، ڏس پَـتـا پـڇـنـدا هـلـو،

سنڌ جي هَر چيز تي، لِکَ تہ ڪـجـهہ لـکـنـدا هـلـو،

ورق رشيد تاريخ سندا، پڙهہ تہ ڪُجهہ پڙهـنـدا هـلـو.

**سوڪي بندرگاهه ڪان لڏي ويل ماڻهن سان ملاقاتون**

اُتي خبر پئي تہ ڪجهہ ماڻهو ماستر ڪرم علي بلوچ جي دعوت تي آيا آهن. انهن جا وڏڙا سوڪيءَ جا هئا. پوءِ ڏاڍو خوش ٿيس. شام جي وقت ماستر ڪرم علي ۽ باقر خان مروا انهن سان ملاقات ڪرائي. هڪ جو نالو ڪرمي بلوچ اوڙڪ صوباڻي، جنهن جي عمُر ستهتر (77) سال هئي. پيو مراد علي بلوچ هو. سائين ڪرم علي بلوچ صوباڻي احوال ڪندي چيو:

اسين هاڻي ڳوٺ ٻاپيهو تعلقو ڪيٽي بندر ضلعو ٺٽو ۾ رهون ٿا، جڏهن اسان جي وڏڙن سوڪي شهر ڇڏيو هو. اُن وقت جوان هُيس. سوڪيءَ جي هر ڳالهہ ياد آهي. ڪنهن مهل ائين لڳندو آهي تہ. ڪالهہ آيا آهيون. سوڪي. واه. ڪرمي بلوچ ماٺ ٿي ويو. هُن جي اکين ۾ آلاڻ اچي وئي، اکين تي هٿ ڦيري ڳالهہ ڪرڻ لڳو.

ادا! سوڪيءَ اسان کي هَر شئي ڏني، سوڪيءَ ۾ سڀ سُک هُئا. سُک مان مُراد آمن ڀريو شهر هجي، هر ڪو ماڻهو پڪي پڪڻ، پرديسي ماڻهو بہ سوڪيءَ ۾ اچي آمن ۽ پيار سان رهندا هئا. ڪوبہ ڪنهن کي رَنجائي ۽ ڏکائي ڪونہ پيو. هر ڪو (هندو، مسلمان، سک) هڪٻئي سان سِڪ وندي هلندو رهندو هو. پاڻ ۾ ائين ملندا هئاسين، جيئن سڳا ڀائر هُجن.

سوڪيءَ ۾ سرڪاري آفيسون هيون، اُتي محالڪاري صاحب رهندو هو، سيڪنڊ ڪلاس ماجسٽريٽ رهندو هو. جنهن کي ڇهن مهينن جي سزا ڏيڻ جو اختيار حاصل هو. اُنهن ڏينهن ۾ سوڪي ۽ ڪاروڇاڻ ۾ جيل ڪونہ هوندو هو، پر لاڏيون شهر ۾ هو. تن ڏينهن ۾ لاڏيون شهر شاهہ بندر منجهہ هو. شاهہ بندر کي "محال" جو درجو هو، تعلقا پوءِ ٺهيا هئا. لاڏيون شهر هاڻ سجاول ضلعي ۾ آهي.

مان لاڏيون شهر جي "جيل" جو ذڪر ڪري رهيو هوس، سو پراڻو جيل اڃان لاڏيون ۾ آهي. سوڪي شهر جي پرسان ڳوٺ ۾ رهندا هئاسين، اسان جا مائٽ، عزيز رفيق سڀئي سوڪيءَ ۾ هئا. منهنجو گهڻو وقت مائٽن ۾ گذرندو هو. سوڪي شهر مون کي پنهنجي شهر جيان لڳندو هو. جواني وارا ڏينهن سوڪيءَ منجهہ گذاريا.

جڏهن سوڪي ڦِٽو تہ منهنجي عُمر 25 سال هُئي. واهہ جو وقت هُيو. سوڪيءَ جي اولهہَ ۾ اسان جا 50 پنجاهہ گهر هئا. سوڪيءَ جي اوڀر ۽ اُترۀ

ڏکڻ ۾ بہ اسان جا مائٽ رهندا هئا. سوکي جي اُتر ڪاڇيل ۾ بازار هوندي هُئي. اُن بازار جي اولهہ منجهہ سارين جي مِل (ڪارخانو) هُئي. سوڪيءَ جي بازار جي ڏاکڻ ۾ آفيسون هيون. بازار ۾ ماڻهن جو ميلو هر وقت متل هوندو هو. هر دڪان تي ماڻهن جي پيهہ رش لڳل هوندي هئي. ڪو ڪنهن کي ميري اک سان ڏسندو ڪونہ هو. بازار ۾ گهڻا دڪان هندن جا هوندا هئا، اُتي کتي، جَت، شيدي، خاصخلي ۽ ٻين ذاتين وارن جا بہ دڪان هئا، پر گهڻو واپار وارو چلتو واڻين جي دڪانن تي هوندو هو. واڻين کي گراهڪن سان ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ جو ڏانءُ ڏاڍو سٺو ايندو هو.

سوکيءَ جي بازار ۾ "ويرو هندو" جو درزڪو دڪان هو، اسين ان کان ڪپڙا سبرائيندا هئاسين. اتي مسلمانن درزي انهن جا دڪان هُئا. سوکي ۾ ٻاهرين ملڪن ۽ مختلف شهرن کان جججا ماڻهو ايندا هئا. انهن ماڻهن کي ڏسي هر ڪو پيو خوش ٿيندو هيو. جنهن وٽ ڪو مهمان ايندو هو تہ اهو ڏاڍو خوش ٿيندو هو. چوڻي آهي تہ "ڪپڙن ۾ ماپندو ڪونہ هو." اُن مهمان کي ماني ٽڪي ۽ مٺايون ايتريون کارائيندا هئا جو مهمان کائي ڪونہ سگهندو هو. ائين چئي ماٺ ٿي ويو. پوءِ ڪريم بلوچ صوباڻي ٿڌو ساهہ ڀري چيو.

"واهہ سوکي واهہ."

ڪچهري ۾ ويٺلن ماڻهن جي چهرن تي هلڪي مايوسي پکڙجي وئي. سڀئي سوڪيءَ جي ڏکن جي ڏور منجهہ ائين ٻڌل وينا هئا، جيئن جيل جي ماڙيءَ ۾ رَسن سان ٻڌيل قيدي وينا هوندا آهن. هر ڪو ماٺ جي مُٺ ۾ پڪوڙيو وينو هجي.

ڪريم بلوچ صوباڻي چوڻ لڳو.

شام جي ويلي تي سوکيءَ جي چئني پاسن کان وهندڙ دريائن جون هوائون، ٿڌڙيون ٿڌڙيون گهلنديون هُيون. درياءَ مِٺي پاڻيءَ سان تار وهندا هُئا. سوکيءَ جي پٽن تي پکين جون جهونگاريون وري ويتر سهڻو مانداڻ مچائي وجهنديون هيون. سوکيءَ تي راڳ رنگ، ميلا ملاکڙا، هر پاسي ملوڪ مهمانن جون چوکڙيون متل هونديون هيون. پوءِ ڇو نہ سوکي جي سونهن ناچ ڪري ۽ ڳائي... واهہ سوکي واهہ... سوکيءَ ۾ ٻين شهرن مان ۽ ضلعن مان، پر سنڌ جي ڪُنڊ ڪڙڇ مان پلوڙ فنڪار ايندا هئا. ملهہ پهلوان

۽ ڳائڻا ۽ ڳائڻيون ايندڙيون هيون. فنڪارن کي وڏو مانُ مِلندو هو، ڪين جَهجو ڏوڪڙ پيسو سوڪيءَ جا ماڻهو ڏيندا هئا. ڪي سوڪيءَ جا ماڻهو پهلوانن، فنڪارن، ڳائڻن ۽ ڳائڻين کي سوڪڙيون پاڪڙيون ڏيندا هئا. فنڪارن جون مانيون ڪندا هئا. هر ڪو چوندو، خوش ٿيندو هو تہ اڄ رات فنڪار رات جي ماني تي مون وٽ ايندا.

سوڪيءَ ۾ مون ڪيترن فنڪارن جا راڳ ٻڌا، راڳيندڙن جا راڳ ماڻهن جي مَن کي ريجهائي ۽ روئاري وجهندا هئا. سوڪيءَ ۾ مهمان جو وڏو قدر هوندو هو. سوڪيءَ جي مهمان نوازي ملڪن تائين مشهور هئي. سوڪيءَ ۾ ڪنور ڀڳت ايندو هو. جيوڻي مائي، ماستر چَندر جي سُريلي آواز ۾ سوڪيءَ جو شور گونجڻ لڳندو هو. پري پري تائين درياهہ جون هوائون ماستر چندر جي ڪلام کي ڪٽي ويندڙيون هيون. ماڻهن جا وڏا پيڙا پرجي ايندا هئا. ماستر چندر، ڪنور ڀڳت ۽ جيوڻيءَ جي آواز تي ماڻهو مَست هوندا هئا.

سوڪيءَ ۾ سُليمان شاهہ کي ڏٺو. اُن جو ناچ ۽ راڳ نرالو هوندو هو. سوڪيءَ جي ماڻهن کي جهومائي وجهندو هو. ٻيا فنڪار محمد خان خاصخيلي، حُسين مرگهل کي ٻڌو. اهي فنڪار ڪنهن ڪان گهٽ ڪونہ هُجن. راڳ رنگ جون محفلون چانڊوڪين راتين ۾ گهٽيون ٿينديون هيون. چنڊ جي مِٺيءَ ۽ ٿڌڙي روشنيءَ ۾ راڳ ٻڌڻ جو مزو اچي ويندو هو.

سوڪيءَ جا ماڻهو راڳ رنگ کان علاوه گهوڙن ۽ اُٺن ۽ پليون مينهون ڍارڻ جا شوقين هئا. جانورن سان گهڻو پيار ڪندا هئا ۽ شوق سان پاليندا هئا. سوڪيءَ جا ماڻهو وڏا مالدار ۽ پلن گهوڙن ڍارڻ جا شوقين هئا. سوڪيءَ ۾ پَنَ" (گاهہ) جي وڏي پيدائش ٿيندي هئي، جنهن مان تڏا، تنوريون ۽ پڙش ٺهندا هئا. سوڪيءَ بندر گاهہ جي اوسي پاسي وارو ماڻهو سوڪيءَ مان "پَنَ" خريد ڪري اُن جا پيڙا، پيڙيون پرائي پنهنجن گهرن ۽ ماڳن ڏي ڪٽي ويندا هئا.

سوڪيءَ جي ڀرپاسن ۾ رهندڙ ماڻهن جو اِهو بہ ڌنڌو ۽ گذران هوندو هو. جو اُهي گهرن ۾ عورتون "پَنَ" مان تڏا تنوريون، پکا، کارا، ڪاريون وڪڻڻ جي لاءِ ٺاهينديون هيون، انهن تي سُگهڙ عورتن جي هٿ جي هنر جا ڪمال ڏسڻ ۾ ايندا هئا. سوڪيءَ منجهہ "عوسو شيدي" جي هوٽل مشهور هئي، اوسو شيدي ٺاهوڪو درزي بہ هو. وڏا وڏا، مالدار سوڪي جا ۽ ٻين ترڻن

جا ڪيترائي ماڻهو "اوسو شيدي" ڪان لڳڙ پڳڙ (لتا ڪپڙا) سبرائيندا هئا. بازار ۾ جتن جا وڏا دڪان هوندا هئا.

اسين روزانو اوسو شيديءَ جي هوٽل تي چانهه پيئڻ ويندا هئاسين. سوڪيءَ ۾ اسان جي مائٽن جون زمينون هُيون، جن ۾ ساريال (سارين) جو فصل پلوڙ ٿيندو هو. اسان جي وڏڙن ۽ عزيزن وٽ زمينون هيون. انهن جا نالا صديق رَجيرو، حاجي رَمون رجيرو، حاجي قادر بخش رجيرو، سوڪيءَ ۾ شيدي، جَت، خاصخيلي ۽ ٻين ڪيترن ماڻهن جون زمينون هُيون. سوڪيءَ ۾ ڪيترن ئي ذاتين وارا ماڻهو رهندا هئا. ائين لڳندو هيو، سي اسين سڀ هڪ ويڙهي جا آهيون. اسان سوڪي وارن جي پاڻ منجهه اهڙي سِڪ پريت هئي، جو ٻيا ماڻهو سوڪي جي ماڻهن جو مثال ڏيندا هئا. تڏهن سوڪيءَ کي "سک پريت" ۽ سُکن وارو شهر چوندا هئا.

هَير (هينئر) سوچيندو آهيان ۽ خيالن ۾ سوڪيءَ شهر ۽ وهندڙ درياهن کي ڏسندي، اندر وڍجي پوندو آهي. جڏهن سنڌو درياهہ جي مَستي ۽ هستي سان ڪيچل تي، پاڻي رُڪي رُڪي آچڻ لڳو تي. ساموندي پٽيءَ ۽ درياهن تي رهندڙ ماڻهن کي ڪُتڪو ۽ اندر منجهه ڪائڻ لڳو. ڪٿي ائين تہ ڪونهي، سنڌ جي ساموندي پٽي کي سڪائڻ جي لاءِ پاڻي کي روڪيو وڃي ٿو. اهو اُلڪو هر ڪنهن کي اندر ۾ ڪائڻ ۽ مارڻ لڳو. جنهن شيءَ جو ڊپ هيو، ائين ٿيو. پنهنجن ماڻهن ئي لاڙ ۽ ساموندي پٽن تي وسندڙ ۽ رهندڙ ماڻهن جي حياتي ڪاري ڪئي. سمنڊ جي ڪاري پاڻيءَ کي وجهہ ملي ويو. اهو اڳتي وڌڻ لڳو. آباد زمينون جن کي ڪارو پاڻي اندران ئي اندران ڪاچ هٽي، اُن جي مِٽي ڄر کي ڪارو ڪري رهيو هو. پوءِ ڏسندي ڏسندي آبادي واريون زمينون ڪلر انجي ويون. فصل سُڪندا ويا، ماڻهن جا روزگار ڦٽندا ويا. جڏهن گذر سفر وارا وسيلا تنگ ٿي ويا پوءِ ماڻهن لڏ پلاڻ ڪرڻ لڳا.

سوڪيءَ مان واٽيا هليا ويا. اهي 1947-1948ع ڌاري حالتن جي رُخ کي سمجهندي آهستي آهستي سوڪي مان وڃڻ لڳا. ڪجهه هندن پنهنجون جايون سوڪيءَ جي ماڻهن کي مفت ۾ ڏيندي ائين چيو "جي موٽي آياسين تہ اسان کي موٽائي ڏجو، جي وري ورڻ نہ ٿيو تہ اِهي جايون ۽ دڪان ۽ زمينون اوهان جون ٿيون." پوءِ سوڪيءَ جا واپاري ماڻهو پنهنجا ڪک ڇڏڻ لڳا. پنهنجيون جايون ۽ دڪان مفت ۾ ۽ سستي اگهہ ۾ ڏئي هليا ويا.

مون کي ياد آهي ”ريلو واڻيو“ رهي پيو هو. پوءِ اهو مسلمان ٿيو. ان جو ”عبدالقادر“ نالو رکيئون، پيو هندو، اهو بہ مسلمان ٿيو، ان جو نالو ”نورمحمد“ رکئون. پنهي کي مون ڏٺو هو. نورمحمد کي هَير (هينئر) اولاد آهي.

سوکيءَ جي بازار ۾ ”ويرو درزي“ جو دڪان هُيو. هو ڏاهوڪو درزي هجي. اهو لڏي کونہ ويو. لاڏيون شهر کان اُتر ۾ جيئي شاهہ (شاهہ يقيق) جي مزار آهي. سوکيءَ شهر جي ڦِٽڻ کانپوءِ ”ويرو هندو“ ان مزار تي وڃي رهيو ۽ کجهہ سالن کانپوءِ اتي ئي دم ڏنائين. ”ويرو هندو“ کي ساڙيو کونہ ويو، کيس اتي ئي دفنايو ويو.

هاڻ اسين وينا واجهايون کڏهن مِنو، چُڙيو، لڙيو پاڻي ساموندي پٽين ۾ پالوٽ کري ايندو ۽ کنڌيون سايون آباد ٿينديون.

سوکيءَ جي پاسي ۾ مُٽٽي درياهہ تي جُمڙو ڳوٺ هو. هي ڳوٺ منهنجي ڏاڏي جي نالي تي هو. سوکي بندرگاهہ تي هفتي ۾ دوستن سان، عزيزن سان گڏ ويندو هوس. ديوان جي دڪان تي مٺائي شوق سان کائيندا هياسين. پوءِ گهر جو سيڌو سامان وٺي واپس ورندا هئاسين.

واڻ درياهہ تي ڳائٽي جيوٽي آئي، اُن جو راڳ ٻڌوسين. واڻ درياهہ تي قاسماڻي جَت رهندا هئا. اهي وڏا شوقين هوندا هئا. راڳ رنگ جون محفلون کرائيندا هئا. سوکي شهر ۾ ملاکڙو ڏٺوسين، پير سيد شاهہ ملاکڙا لڳرائيندو هو. مون کي مَلهہ پهلوانن جا نالا ياد آهن. چُيڍي دبلو، حُسين سوڍائي، گدا شيدي، ريدار مَلهہ ذات جو مالهيو، هارون پاتٽي وڏو مَلهہ هو. سوکي شهر ۾ جمعي جي ڏينهن ملاکڙو لڳندو هو. اُن ۾ کارو چاڻ جا ملهہ بہ حصو وٺندا هئا.

عبدالله شيدي، ميڙائو مُهاڻو، آچار سُوٽو، عثمان لاشاري، ساندو چانديو، مامو خليفو، چاڳو خاصخيلي (هن کي بہ آڱوٺا هئا. تنهنکري چاڳو چوندا هئا) ملهہ هو. ڳوٺ رسول بخش مروا بلوچ ۾ بہ ڏينهن رهڻ کانپوءِ باقر خان مروا سان گهارو شهر آياسين، باقر خان مروا پوءِ واپس ڳوٺ هليو ويو.

**محمد عمر خاصخيلي کيرواڻي**

شام جي وقت عيسو خاصخيلي کيراٽي جي جاءِ تي بادام جي وڻ

جي هيٺان ويٺو هوس. ٻرسان الهڏنو خاصخيلي ويٺو هيو. ايتري ۾ ٻه همراهه اوطاق ۾ آيا. انهن جو تعارف الهڏني ڪرايو.

ادا! محمد عمر خاصخيلي ڪارو ڇاڻ جو آهي. هن جي عمر 85 سال کن آهي ۽ ٻيءِ محمد سومار ولد رمضان سهتو، هن جي عمر 90 سال آهي، پوءِ محمد سومار چوڻ لڳو. پوءِ انهن سان ڳالهه ٻولهه ٿي. محمّد عمر خاصخيلي پٽ عبدالله خاصخيلي سوڪيءَ جي يادگيرين بابت احوال ٻڌايو.

اسان جو ڳوٺ درياهه ڪٺند ۽ درياهه وَٽو، انهن ٻنهي درياهن جي وچ ۾ هو، ديهه ٻيٽڙي، ڪارو ڇاڻ جي پاسي ۾ ڳوٺ هو. اتي خاصخيلي ماڻهن جا ڇهه سئو گهر هُجن، اتي چوڏهن سئو ايڪڙ زمين هئي. ان ۾ ساريال (سارين) جو فصل ٿيندو هو. انهن ڏينهن ۾ ٻارنهن مهينا مٺو پاڻي وهندو هو. ساريال فصل جهجهو ٿيندو هو، دادو، لاڙڪاڻو، ميرپور، سانگهڙ حيدرآباد ۽ سکر جا ماڻهو سوکي ۽ ڪارو ڇاڻ ۽ ٻرپاسن تي، درياهن تي لابارو ڪرڻ ايندا هئا. ساريال جا لابارا ٽي چار مهينا هلندا هئا. اهي ماڻهون ٽي چار مهينا ٽڪي پوندا هئا. پوءِ سوڪيءَ جا ماڻهو ۽ ڪاري ڇاڻ جا ماڻهو انهن کي کير ۽ مکڻ جي لاءِ ڏُڏي (مينهن) مفت ۾ ڏيندا هئا. اهي جيترا مهينا رهندا هئا، ڏُڏي (مينهن) انهن وٽ هوندي هئي، اهي جڏهن ويندا هئا تہ ڏُڏي واپس ڪندا هئا. انهن ماڻهن کي شام جو ڪاٺين جي ڀري ۽ آن جي ڀري بہ مفت ۾ ڏيندا هئا. جيئن اُنهن جا ٻچڙا بک تي نہ ويهن ۽ لنگهڻ نہ ڪاٽين.

ڪاري ڇاڻ ۾ اسڪول هو، اسين اتي پڙهندا هاسين (هئاسين)، سوڪيءَ ۾ اسڪول هو. پوءِ استاد اسان ٻارن کي سوڪيءَ وٺي ويندو هو. سوکي جي اسڪول ۾ ٻارن سان چٽا ڀيٽي جا امتحان ڪرائيندو هو. جيڪي ٻار ڪٽي ويندا هئا. انهن کي انعام ۽ شاباس ڏيندا هئا. اسڪول واري زماني ۾ سوکي ڏٺوسين، هن وقت بہ اهي ڏينهن ۽ اسڪول وارو زمانو ياد ايندو آهي. اسان جو وَٽو درياهه جي ڪنڌيءَ تي ريزڪي جو دڪان هو. اُن دڪان ۾ ريزڪيءَ جي سامان سان گڏ، ڪپڙو لٽو، نڪر جا ٿانوَ بہ رکيل هوندا هئا. هڪڙي ڏينهن آئون دڪان تي ويٺو هوس. وٽو درياهه جي ڪنڌي سان ٻيڙي لنگهي، ٻيڙي ۾ مائي ويٺي هجي ۽ چار پنج مرد بہ ويٺا هُجن. ٻيڙيءَ منجهہ ويٺل مائي سُرسان ڳائي رهي هئي. ڪلام جو آواز منهنجي ڪنن تي پيو. ڏيان ٻيڙي ڏانهن هليو ويو.

صبح مِليم سومرا، وٺي جون واڏايون،
سانوڻ سوڙهہ لائي، ٿيون ساٽي منجھہ سٽائي.

پوءِ خبر پئي تہ اُها ڳائڻ واري مائي ”جيوٽي“ هُئي، واڻ درياهہ تي ڳائڻ وڃي پئي. وٺو درياهہ جا ماڻهو تيار ٿيا، هر ڪو خوشيءَ ۾ چوندو وتي پيو... ”هلو واڻ درياهہ تي هَلو... جيوٽي آئي آهي.“ پوءِ سينِي ترن ۽ ڳوٺن جا ماڻهو سنبريا ۽ ٻيڙين ۾ چڙهي ’واڻ‘ درياهہ تي ويا. انهن ڳوٺن جا نالا ياد آهن.

حاجي هارون سمون ڳوٺ، حاجي چَنڊُو رونجهو ڳوٺ، حاجي قادر بخش بلوچ ڳوٺ، آمو خاصخيلي ڳوٺ، عبدالرحمان شيديءَ جو ڳوٺ، حاجي قاسم جت جو ڳوٺ، ڪارو چاڻ شهر، اسحاق اترادِيءَ جو ڳوٺ، سيد ڪريم ڏنو شاهہ ڳوٺ، صديق بلوچ ڳوٺ، حاجي صالح جت ونگائي جو ڳوٺ، مامو ڪڇيءَ جو ڳوٺ، خمو مالهيو جو ڳوٺ، الهڏنو مالهيو جو ڳوٺ، يعقوب مالهيو جو ڳوٺ، جمعو مالهيو جو ڳوٺ، موسيٰ مالهيو جو ڳوٺ، موسن خاصخيلي ڳوٺ، دائود چيرو ڳوٺ، علي خاصخيلي ڳوٺ، سومار چيرو ڳوٺ، ڪاڪ ڳوٺ، مبارڪ ڳوٺ، ڪارائي ڳوٺ، محمد سمون ڳوٺ، چاڻ ڳوٺ، حاجي لونگ جمعو ڳوٺ، آڏڙي ڳوٺ.

مائي جيوٽي جي راڳ کي ٻڌڻ لاءِ سڄي تر جا ماڻهو ۽ پري پري جا ماڻهو آيا. واڻ درياهہ تي ميلو مچي ويو. مائي جيوٽي کي مَردن پئسا گهڻا ڏنا، پر ماين (عورتن) بہ وَس ڪان ڪونہ گهٽايو هو. انهن هَٿَ جون ٺاهيل رليون، وهاڻا، گهرا ڪٽي اچي جيوٽيءَ کي تحفي ۾ ڏنيون، اُهي رليون ۽ وهاڻا وڏا قيمتي هئا. انهن تي هٿ جي هُنر جو سٺو ڪم ٿيل هُجي.

ڪي عورتون گنديون (پوتيون، روا) آڻي جيوٽيءَ جي مٿان وڌيون، اُهي چنريون ۽ ٻانڌڙيون (گندين جا قسم) جيڪي مشهور هُيون. هونئن بہ سنڌ جون ثقافتي شيون ڏيهہ ۽ ڏيساور تائين مشهور رهيون آهن. ساموئيڊي پٽيءَ جي ڪنڌين تي وڏا راڳ ٿيندا هئا.

اسان سوڪيءَ مان ڪنهارن ڪان ٿانوَ وٺي ايندا هئاسين.حاجي موسو ۽ يعقوب ڪنهار اهي ٻئي ڀائر هئا. انهن جو خاندان هن وقت حيدريءَ ۾ آباد آهي. اهي ڪپڙي جو ڪاروبار ڪن ٿا. گهارو شهر جي نئين آباد يعني وچ وارو حصو چئجي ٿو. اتي حاجي ابراهيم ڪنهار جو ڪپڙي جو دڪان

آهي ۽ اُن جي ڀت حاجي لطيف ڪنڀار جو ٻہ ڪپڙي جو دڪان آهي. هينئر گهارو شهر ۾ ڪنڀارن جا ڪپڙي جا دڪان آهن. پوءِ محمد عمر خاصخيلي ۽ محمد سومار سهتو موڪلائي هليا ويا.

**احمد خاصخيلي ابراهيم حيدري**

ڪجھ ڏينهن اڳ پياري دوست ايوب شان سان ڳالھ ٻولھ ٿي هئي. انهيءَ ٻڌايو تہ ڪجھ ماڻهو سوڪي کان لڏي، حيدري ۾ اچي آباد ٿيا هئا، انهن مان ڪي حيات آهن، ڪي ابراهيم حيدريءَ جي پاسي (ميمڻ ڳوٺ) ۾ رهن ٿا. شام جو جليل ڪتي ۽ آءٌ گڏجي ابراهيم حيدري وياسين.

ريڙهي مياڻ کان ابراهيم حيدري بندرگاھ تائين ويهن منٽن جو سفر هجي. اسان ابراهيم حيدريءَ ۾ فشر فوڪ فورم پاڪستان جي آفيس ۾ پهتاسين اُتي ايوب شان انتظار ۾ هو. پوءِ اسين آفيسن مان نڪري پنڌ هلندا، ابراهيم حيدري شهر جي سنهڙين گهٽين مان هلندا اچي احمد خاصخيليءَ جي گهر آياسين. اتي ڪچهري ڪندي خبرون چارون پُڇندي احمد ٻڌايو تہ

"سوڪيءَ ۾ سُک ئي سُک هو، ائين سمجهو سوڪي شهر نہ پر سک جو گهر" هجي. اسين سڀئي هڪ گهر جي ماڻهن وانگر رهندا هئاسين، اتي ڪوبہ ماڻهو پيٽ بکيو ستو ڪونہ، نہ ٻُک ۾ ماڻهو ڪو مُئو. سوڪيءَ جا ماڻهو هر ڪنهن جي سار لهندا هئا ۽ آيل ماڻهن جي وڏي مهمان نوازي ڪندا هئا. سوڪي بندرگاھ کان ٻيڙين وارا گذرندا هئا تہ انهن کي سڏي کير مکڻ ڏيندا هئا. ڇو تہ ڀاڳين ماڻهن جو شهر هجي، هر ڪنهن وٽ چوپائي مال جا وٿاڻ هوندا هئا، سو کير مکڻ جام ٿيندو هو.

اسان جا پڙ ڏاڏا ميرپورخاص جا هئا. اسان جو ڏاڏو ميرپورخاص مان لڏي اچي سوڪيءَ جي پير ۾ ڳوٺ ڪريم ناٿي بچلاٽي ۾ ويٺا. اسان جو هتي لڏي اچڻ جو سبب اهو هو تہ اسان جي وڏڙن "سوڪيءَ جي سک" جي ساک ۽ هاک ٻڌي هئي.

جنهن ڳوٺ ۾ اسان جو ڏاڏو اچي رهيو هو، اهو آڻ ايڪڙن تي هو. اسان جي وڏڙن سوڪيءَ ۾ هٿ ڪوليو. جڏهن "سُکيا پر" ٽيڻ لڳاسين تہ پوءِ سوڪيءَ ۾ زمين ورتي سون. اسين پاڻ هارپو ڪندا هئاسين. اسان جو ڏاڏو واپار ڪرڻ لڳو. هي ٻيڙين ۾ سارين ۽ چانور پرائي ڪراچي ڪٽي ويندو

هو. اتان هَٽَ جي لاءِ جنس (سامان شيءِ، وکر وڙو وغيره وٺي ايندو هو. اسان جي وڏڙن سان سوکيءَ جي واٽين جي وڏي سِڪ پريت هئي، جڏهن واٽيا ويا پئي تہ روئڻ لڳا، سيني کان روئي موڪلايائون. اسان جا وڏڙا بہ روئي ويٺا.

سوکيءَ مان واٽيا هليا ويا هُجن. پوءِ سوکيءَ ۾ اُهو رنگ ۽ واپار چَلتو ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿي آيو. سوکيءَ واٽين کانسواءِ خالي خالي لڳندو هو. جڻ شهر ڪٽل هوندو هو. پوءِ سوکي ڦٽندو ۽ ڪٽندو ويو. جڏهن هندو ويا پئي تہ انهن زمينون مسلمانن کي ڏنيون ۽ چيائون "جي واپس وري آياسين تہ اسان کي موٽائي ڏجو، نہ تہ اوهان جون ٿيون.

هڪ پيري اسان جو مائٽ سير ڪريڪ تي شڪار گهورڻ (مڇي مارڻ) ويو، اتي پڪڙجي پيو. انڊيا نيوي وارن هن کي پڪڙي وڌو، انهن جو آفيسر هندو هو. ان پڪڙيل پيڙين وارن کان پار پتا پڇيا، ڪير آهيو؟ ڪٿان آيا آهيو؟ وغيره انهن هر هڪ خلاصي کان پڇيو. محمد صديق خلاصي ڪيس چيو.

"اسين سوکي بندرگاهہ کان آيا آهيون." آفيسر سوکي بندرگاهہ جو نالو ٻڌي ڪا گهڙي خاموش ٿي ويو. پوءِ پيڙين وارن سان سٺو سلوڪ ڪرڻ لڳو. پوءِ ان آفيسر پنهنجي باري ۾ ٻڌايو. اسان جا وڏا جڏهن سوکي مان لڏي رهيا هئا تہ سوکيءَ جي ماڻهن اسان جي وڏڙن سان سٺو سلوڪ ڪيو هو. مون کي پنهنجا پيءُ ماءُ سوکيءَ جي ماڻهن جي محبتن ۽ انهن جي عزيزائپ جي باري ۾ ٻڌائيندا هئا. وڏڙن جون ڳالهيون ياد آهن، تنهنڪري توهان کي ڇڏيان ٿو.

سوکي ۾ اسان جي پنجاهہ ايڪڙ زمين هئي. چار گهوڙا هئا. انهن ڏينهن ۾ خوشحال ماڻهن وٽ گهوڙا هوندا هئا. جڏهن سوکي ڦٽو تہ اسان پنهنجي زمين حاصل ڪرڻ جي لاءِ ڏُڪ ڊوڙ ڪئي، صرف 16 سورنهن ايڪڙن جي رقم ملي هئي. اسان شاديون پنهنجي ذات وارن مان ڪندا هئاسين، چنڊ جي سائي ۾ شاديون ٿينديون هيون. چنڊ جي پهرين رات کان چوڏهين چنڊ تائين اهي سايون راتيون ليکبيون هُيون، جن ۾ شاديون ٿينديون هيون. سايون راتيون معني سوجهري ۽ چانڊوڪي واريون راتيون.

سوکيءَ جي ڦٽڻ کانپوءِ اسان جا وڏڙا "درياهہ آباد" تي اچي ويٺا، درياهہ آباد (لياري، کڏو، ميمڻ سوسائٽي، ڪراچي لياريءَ درياهہ آباد ڪارا

در وغيره) وارو علائقو هو. اسان جي وڏڙن "درياهه آباد" تي نوراني مسجد ٺهرائي هئي. جنهن ۾ منهنجو نانو "ميان جي محمد يوسف خاصخيلي هو. اُن مسجد جي سار سنڀال لهڻ، بانگ ڏيڻ يا کو اعلان ڪرڻ واري ڪي "ميان جي" جي لقب واري نالي سان سڏيندا هئا.

هڪ واقعو ٻڌايان ٿو تہ "انهن ڏينهن ۾ جڏهن اسان جا وڏڙا حج تي پيادل ويا هئا، منهنجو پيءُ ٻچل ان سان پيا بہ ڳوٺ وارا ماڻهو هُجن. رستي ۾ هڪ جاءِ تي پڪڙجي پيا، اتي مهينو قيد ۾ هئا. اهو قيد ڪاٽي پوءِ حج تي ويا. بابا گهر کان نڪرڻ وقت امڙ کي روڪ پنجاهہ روپيہ ڏئي چيو هو. هي پئسا گهر جي خرچ پکي لاءِ رک، اسان کي ڪجھ مهينا ٿيا سگهي ٿو تہ سال کن لڳي وڃي.

## عيسيٰ خاصخيلي پٽ حاجي سومار خاصخيلي ڪيرواٽي

عيسيٰ خاصخيلي ڪيرواٽي پٽ حاجي سومار خاصخيلي ڪيرواٽي ڳوٺ علي ڪيرواٽي خاصخيلي ديهہ ٻبلو ٽپو ٻبلو، ٻبلو بہ واٽيون هندو هو، جنهن جي نالي سان ديهہ آهي، تعلقو ڪاروڇاڻ

آئون ستونجاهہ سالن جو آهيان. ديهہ سوکي ۽ ديهہ ٻبلو اُن جي وچ تي "علي ڪيرواٽي" ڳوٺ ۾ ويٺل هئاسين. اسان جو ڳوٺ سوکي کان ٽي ڪلوميٽر پري اتر طرف هجي. علي ڪيرواٽي ڳوٺ جي اوڀر پاسي ۾ مُنڌي درياهہ ۽ ڏکڻ جي پاسي ۾ ميرواهہ درياهہ جو وڏو بندر گاهہ سوکي هيو. علي ڪيرواٽي ڳوٺ ۾ اسان جا پنجاهہ سٺ گهر هئا. اهي سڀئي ڪيرواٽين جا هئا. مالوند ماڻهو هئا. اهي سڀئي هارپ ڪندا هئا. محمد موسي! ملڪاٽي وڏو زميندار هو. تنهن جا هاري هئاسين، تنهن چار سئو (400) ايڪڙ زمين اسان کي ڪٽائي ڏني. ان زمين ۾ جيڪي فصل ٿيندا هئا، ساريون، رتڙيون، ڪسرو. هن ساريءَ جو قد مڙس جيترو هوندو هو. سُگنديا (سگداسي) ڪامبر چانور، هي چانور چاليهن ڏينهن ۾ تيار ٿيندو هو.

باسبتي چانور جام ٿيندو هو. ان کان علاوه چيٽ جا فصل واٽئي واٽا زمين ۾ ٿيندا هئا. جنهن ۾ مُور مٽر، اڙو ڪاري، اڙد سائي، مڱ، لاهوري گجر، پتائي گجر، موري وتاڙ رول، جنهن جي پاڇي پلي ٿيندي هئي، شوق سان کائيندا آهيون. ٻاجهر، جوئار. ان کان علاوه اسان جي زمين ۾ باغ هئا.

گنگو باغ، پيرن جا باغ، گدامڙين جا باغ، پيڙين جي پنن جا باغ، پرڏيهي وڻن جا باغ اسان جي زمين ۾ ميرون جا پَلا وڻ هئا، انهن جا وڻن جا نالا... جمون، کتوپڙا، گدامٽي، پيرَ، صوفي وڏا پير، ناريل کٽي آمري، چام جا وڻ (چام ذات ٻه آهي) انبَ ليمان، سوپارين جا وڻ هوندا هئا، انهن جو قد ٽن فوٽن کان پنجن فوٽن تائين هوندو هو.

پيَر ۽ پيرن جا پيلا هئا. پرڏيهي وڻ، ڪَئي جو وڻ. هن وڻ مان کئونر ٺيندو آهي. حڪيم ڪَئي جي وڻ جي کئونر مان مردن جي طاقت واري دوا ٺاهيندا هئا. پرڏيهي وڻ، هن وڻ ۾ ڦريون ٿينديون هيون، ماٺهو وڻ مان ڪچيون ڦريون پٽي (ڪاٽيندا) هئا. سَريل وڻ، هن وڻ جي ڪاٺي ڏاڍي مضبوط ٿيندي هئي. سريل وڻ جيترو پراڻو اوترو ان جي ڪاٺي مضبوط ٿئي ٿي. ٻڙ جي وڻ مان حڪمت جون شيون ٺهنديون هيون. گيدوڙي جو وڻ، هن جي ڪاٺي مضبوط ٿئي ٿي. هن جي پن مان ماٺهو پيڙي ٺاهيندا هئا ۽ چڪيندا هئا تہ ان ۾ تماڪ وجهندا هئا. اسان وٽ جڏهن برساتون پونديون هيون تہ انهن ۾ وليون ٿينديون هيون. ولين جا قسم... گولو (ول) هي ول تي چڙهي ويندي آهي. هن جو ڦر گول چماٽي جهڙو ڳاڙهو ٿئي ٿو. هن جو ڦر ماکي کان وڌيڪ مٺو مصري ٿئي ٿو. سنگرال (ول) هن وڻ جو ڦر قد ۾ پينڊي جيترو ٿيندو آهي، پر پينڊيءَ کان سنهڙو، عورت جي سنهڙي آڱر جيترو ٿئي. ٿوهر (ول) هن جو ڦر دوائن ۾ ڪم اچي ٿو. منڊيري (ول) گرمي جي موسم ۾ وڏي فائدي واري آهي. ڪُنهيون پيدا ٿين. هن جي پاڇي سني ٿيندي آهي.

اسان جا سڀ فصل واٽائو هئا. سواءِ سارين جي لهڻ ڪانپوءِ ان زمين ۾ چيٽ ڪندا هئاسين، چيٽ جا فصل بغير پاڻي جي ٿيندا هئا. واٽائي ۽ واٽا جي معنيٰ اها زمين جنهن کي پهرين هر ڏئي پوءِ تَر ڏيندا هئا.

**تَر جو طريقو**

ڇهہ فوٽ ڊگهي ڪاٺي جيڪا سوا يا ڏيڍ فوٽ ويڪري هوندي هئي. ان سان ڪيڙيل زمين کي سرخو ڪيندا سين، يا تَر ڏيندا سين تہ پوءِ اُها زمين سَڙجي سنئين ٿي ويندي هئي. پوءِ ناڙي ڪيندا سين ۽ ٻج ڇٽيندا هئاسين. ان زمين ۾ اڳ ساريال فصل هيو.

پوءِ جليل ڪتي ۽ مان دوستن ڪان موڪلائي ريڙهي آياسين.
ڊاڪٽر چيو، "هلو تہ گهڇ سان ملون."

ريڙهي مياڻ ۾ محمد حسن گهڇ جي گهر ۾ قاسم ولد زين موساڻي، موساڻي پاڙو محمد حسين ولد عمر ڍوراڻي پاڙو دريائي، گهڇ موساڻي (بڪ جي گهاٽي) ڪچهري ۾ هر ڪنهن زندگيءَ جو هڪ واقعو ٻڌايو.

ادا! درياهہ جي ڏنڌي ۾ اسان سان واقعا الائي ٿيا آهن، ڏانڊي درياهہ تي وياسين. هوڙيءَ ۾ پنج خلاصي محمد حسن موساڻي، محمد صديق موساڻي، محمد موسيٰ موساڻي، محدم قادر موساڻي، محمد جمن موساڻي ۽ آءٌ محمد قاسم موساڻي شام پوڻان ڇهہ يعني وچين ڪان اوير آڪڙ جو ٽيم هُجي. وڏن سانن جو وقت، ڪلو ۾ پارنهن تگرنهن سانا ٽُرندا، ايڏا وڏا اسان مارڻ وياسينِ.

درياهہ منجهہ شڪار تي ويندڙ ناڪئان ۽ خلاصين سان زندگي ۽ موت جا واقعا ٿيندا رهندا آهن. پر هڪڙو ڏانڊي وارو واقعو جيڪو ٻڌايان پيو. ايڏي وڏي لهر اُٿي جيڪا هوڙي تي آئي، هوڙي کي ائين وڪوڙي ويڙهي وئي جيئن ڪپڙي جو تاڪيو ويڙهبو آهي. ايئن ويڙهجي وياسين. پوءِ اسين هوڙي مان ڇلانگ ڏئي پاڻ کي آجو ڪري پاڻيءَ ۾ ترڻ لڳاسين. پيو پاڙي وارو هوڙو جيڪو موساڻي ابلو جو هو. اُن اسان کي پاڻي مان ڪنيو ۽ پانجي هوڙي ۾ پاڙهيو. پوءِ ان اسانجي ٻڏل هوڙي کي ڇيڙو ٻڌي تڙ تي آندو.

ڪاجر درياءَ ڪان ناڪئي چيو تہ هلون، رات جي اُن مهل اونداهي هجي. واءُ تيز پيو لڳي. اسين ڪلئي سمنڊ مان ٻاهر اچون پيا. تقريبا ويهہ يا ٽيهہ واٽون ڪنڌي ڪان ٻاهر هُجون اُتي ناڪئي جي مت مُجها وئي، ناڪئي جو دماغ نہ پيو ڪم ڪري. پوءِ ناڪئي مکي سڏ ڪيو.

قاسو! ٻڌاءِ هير ڪهڙي تَر تي آئيون (آهيون)؟

ناڪئا! اونداهي الائي آهي، واءُ وڏندو پيو اچي، سُڌ نہ پئي!! مجرو (هوڙي جو منهن) تل تي ڪر.

ناڪئو، قاسو جي ڳالهہ سٽي هوڙي جو مُجرو تل تي ڪِو ۽ قاسو ماندا (موري وارو حصو) هوڙي ۾ بيهي ونجهہ تانگهائي بيٺو، پر وَنجهہ نہ پيو لڳي، هوڙو هليو پيو اچي، واءُ تيز هجي، خلاصي اڏ ۾ جهليا پيا آئن!، ناڪئي جو دماغ ڪم نہ پيو ڪري، خلاصي پريشاني منجهان اڪئي جي مُنهن پيا نارين، قاسو

ونجھ تانگائيندو پيو آچي، نيٺ ونجھ اچي دوٽي ۾ لڳو.

ڊاڪٽر جليل کي ڪا ڳالھ ياد آئي، مون کي اشارو ڪري چيائين، "ادا! اٺ تہ هلون، موساٽي پاڙي ۾ چاچا محمد پٽ عرس خاصخيلي وڏي عمر جو ماڻھو آهي، جنھن سوکيءَ کي پنھنجي اکين سان ڏٺو آهي. هل تہ هلي ان سان ٿا ملون."

پوءِ اسان دوستن کان موڪلائي چاچا محمد جي گھر آياسين.

چاچا محمد ولد عرس خاصخيلي، جنھن "سوکيءَ جو سُک اکين سان ڏٺو".

"ابا! اُهي سوکي جا سک، چڱن مڙسن جا فيصلا، محبتي ماڻھن جون محفلون......واھ.,.........سوکي تو جي سونھن.

" ابا! سوکيءَ جو شھر چئن دريائن، اُتر ۾ ميرواھ، ڏکڻ ۾ " سنھڙي"، اوڀر ۾ "مُتڻيٰ" ۽ اولھ ۾ "گابار" درياھ هو. انھن چئن دريائن جي وچ ۾ پنجاھ ايڪڙن جو پيٽ هو. ان پيٽ تي خوبصورت شھر سوکي ۽ "بندر گاھ" هو. سوکيءَ ۾ پلي زمين، باغ ۽ سارين جي فصلن سان ساوٽي لڳي پئي هوندي هئي.

سوکيءَ جي شھر ۾ ٻہ وڏيون بازاريون، اتر کان ڏکڻ جي طرف ۾ هيون ۽ اُتر پاسي ۾ سارين جي مل ( Rice Mill)سا ٽن پائرن "سيٺ ڏرمون مل"، " سيٺ تيجومل"، " سيٺ آسن داس" جي هُئي.

ابا! سوکي جي سک جي وڏي ڳالھ اھا هئي، جو اُتي "ٺاٺو" ڪونہ هو، نہ چور، سپاهي هو. ها.... باقي ڪسٽم جي آفيس هئي. سوکي بندر گاھ کان جيڪو مال پيڙن، اُنَ ذريعي ايندو هو ۽ سوکي شھر مان مال بندر گاھ تي ايندو هو. ٻنھي کان ڪسٽم وٺندا هئا. معنيٰ ڪسٽم جي پرچي کانسواءِ مال لھندو ۽ چڙھندو ڪونہ هو. سوکي کان سچو گيھ، جانورن جو چمڙو، چيٽ ۽ ڪتيءَ جا فصل، تڏا تنوريون، اَنُ وغيرھ اِهي سڀ هتان ويندا هئا. جيڪي واپاري سوکي بندر گاھ کان پنھنجا پيڙا پرائي ڏور ملڪن تائين وڃي،ا تي ٽڪي پوندا ها ۽ پنھنجو مال کپائي، سي ورڻ جي ڪندا هئا تہ اهي انھن ملڪن مان گرم مصالا پيڙن جا پٽا وغيرھ وٺيون ايندا هئا. انديا جون پيڙيون مشھور هونديون هيون.

ابا! هير هوري هجي، يا هورو. پيڙي هجي يا پيڙو ۽ لانچ وغيرھ. سڀئي مشين تي هلن ٿا. پر اڳي ڪونہ هيون، پيڙيون، پيڙا، رنگي پيڙاسي "ممڙھن" ڪپڙن

جي ٺهيل "بادبان" تي هلندا هئا. سياري ۾ اتر واءُ لڳندو هوپ تہ اُتر پار جا پيڙا "سوکي بندر" تي ڪنگر انداز ٿيندا هئا. ۽ وري جڏهن انهاري ۾ اولهہ ڏکڻ جون هوائون لڳنديون هيون تہ سوکي بندر کان پيڙا هاڪاري هلندا هئا ۽ اهي پين ملڪن ڏانهن عدن، مسقط، هندستان، يورپ تاءِ ويندا هئا.

ابل! مطلب تہ هر وقت سوکي بندر تي بهارون ئي بهارون ، خوشيون ئي خوشيون لڳيون پيون هونديون هيون ۽ رات ڏينهن ماڻهن جا ميڙا متل هوندا هئا. ماڻهو پيرن، لانچن ۽ هوڙن سان سامان لاهيندا "ڏگا گاڏي" "بيل گاڏي" هڪ شئي جا ٻہ نالا آهن گهڻا " ڏگا گاڏي" چون تہ ڪي بيل گاڏي چوندا آهن. بندر گاهہ تي مزوري جام هئي، ترن، ڍورن ۽ درياهن تي رهندڙ ماڻهو، سوکي بندر ۽ سوکي شهر بہ روزانو سياهہ ۾ مزدوري لاءِ ايندا هئا. بندر تي رات ڏينهن ڪم جو چلتو چلندو هو.

سوکيءَ جا واٽيا وڏا زميندار هئا، ڪي مسلمان بہ زميندار هئا. پر وانين جو واپار سان گهڻو واسطو هوندو هو. جيڪي مسلمان زميندار هئا انهن ۾ رئيس قاسو جت آمر، علي محمد قاسماڻي جت ۽ عثمان شيدي، ابا! پيا زميندار هئا، هان وڏپڻ (وڏي عمر) ۾ نالا وسري ويا آهن.

سوکيءَ ۾ سُک، پارهوئي سڄو سال مٺو پاڻي پيو وهندو هو. مٺو پاڻي جيڪو لڙهاٺيل مٺي پاڻيءَ سان هوندو هو. اها مٺي جنهن هنڌ تي بہ ويهي، ڄمي پوندي هئي تہ زمين جا ننڍڙا ننڍڙا، اهي اڙا، ٽڪرا " پيٽ" جنهن ڪي ڪاري جي ٻوليءَ ۾ "بل" چون، پوءِ نوان "بل" ظاهر ٿي پوندا هئا. ان زمين تي ساريون پوکيندا هئا ۽ پيا بہ فصل پوکيندا هئا. مٺي زمين ۽ مٺو پاڻي هُجڻ ڪري پلو فصل ٿيندو هو.

سوکيءَ جي اولهہ طرف ۾ مسلمانن جي بازار ۽ ان بازار جي پٺيان مسلمانن جا گهر، ڳوٺ هوندا هئا. ۽ اوپر طرف بازار هئي. ان بازار جي پويان واٽين جا گهر هوندا هئا.

سوکيءَ ۾ ميلا، سٺا ميلا لڳندا هئا. انهن ميلن ملاکڙن ۾ هندو ۽ مسلمان گڏ هوندا هئا. پيو شادي مرادي هندو توڙي مسلمانن جي ٿيندي هئي تہ بہ گڏ شريڪ ٿيندا هئا.

ميلن ۽ هندن جي شادين ۾ ڳائڻا جن ڪي هاڻ فنڪار چون ٿا ناهن ڳائڻ، لتا، رفيع ۽ پيا ڳائڻا انڊيا مان پيڙين ۾ چڙهي سوکي شهر ايندا هئا.

راڳ جون محفلون سوکي شهر جي وچ ميدان تي ٿينديون هيون مسلمان مرد ۽ هندو مرد آمهون سامهون وچ ۾ ٿوري گهٽي ڳائڻ جي لاءِ ڇڏي ڏيندا هئا. ڪي ڳائڻا ڇير ٻڌي نچندا هئا. ان وچ واري گهٽي نچندا هئا. جيڪي ماڻهو ڳائڻن کي پيسا ڏيندا هئا تہ ان ماڻهو وٽ بيهي رهندا ۽ ڳائيندا هئا هرڪو ماڻهو چاهيندو هو تہ ڳائڻو منهنجي ويجهو اچي ڳائي ۽ نچي. ان وقت جيڪي پئسا هئا، انهن ڊينگلن، چانديءَ ۽ پتل جي پيسن جو رواج هيو. ماڻهن ڳائڻن جي مٿان ڊنگيلن روپين چانديءَ ۽ پتل جي سڪن جا وسڪارا لائي ڏيندا هئا. ائين لڳندو هو ڄڻ ڪنهن چانديءَ جي سڪن جو مينهن وسايو هجي.

واڻيا پنهنجن عورتن کي پردن پٺيان ويهاريندا هئا، اهي بہ ڊينگلن، چانديءَ جي سڪن جون ڳائڻن مٿان وسڪارو ڪنديون هيون، اڪثر رات جي پوئين پهر ۾ ڳائڻ وقت برسات پوندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن اهڙي برسات پئجي ويندي هئي، سچو مزو ٿڌي پوندو هو، ماڻهن کي پيچڻ لڪڻ جون جايون ڪونہ ملنديون هيون مرد، عورتون، ٻار پئي سانهون ڪندا ۽ رڙيون پئجي وينديون هيون.

ابل! سوکي بندر ۽ شهر جي چئو طرف ننڍا وڏا ڳوٺ ، جن ۾ مختلف ذاتين وارا ماڻهو رهندا هئا. اهي ڀاڳيا خوش ۽ مالوند هئا. انهن وٽ چوپائي مال جا وٿاڻ ويڙها، هر پاسي ويندڙ آباد يون، وستيون، مال جون ڪڏڪاريون، ساناء، پلاء مڇي ۽ مانيون.....

شام جي وقت جانور (چوپائو مال) جوءِ "چراڪائو" مان چري ڦري واپس وٿاڻ تي ايندو هو تہ انهن جانورن کي ٻڌل ڇڙن جون چونگارو، ڊگرن جي ڊڻ ڊڻ جا آواز، پري کان ئي ٻڌڻ ۾ ايندو هو. ان مال جي ڇڙن ۽ ڊگرن جي آوازن مان پتو پئجي ويندو هو تہ اهو فلاڻي ڀاڳئي جو "وڳ" پيو اچي.

ان وقت پنجاهہ روپين ۾ سارين جا ويهہ مڻ يعني "ڪراڙ" ملندو هو. ابا هيئر پنجاهہ روپين (50) ۾ ڪلو ان جو نتو ملي ڇا تہ مهانگائي آهي.

ابا! اڳي ماڻهو جو ملهہ ۽ قدر هو ۽ هاڻ ماڻهو جو ملهہ ۽ قدر ڪونهي پر پئسن جو ملهہ ۽ قدر آ. جنهن وٽ ججهو ناڻو ان جو هرڪو سڏائي پيو.

ابا! واڻ، درياءَ، آياڙي درياهہ، ٻانهي واري مسجد وارو ڊورو، مل درياهہ، وٽور درياهہ، ڪوبر، گهوڙو درياهہ اهي سڀ آباد ڳوٺ هئا. هاڻ انهن هندن تي

ڪاري وارا ڪڪ لڳا پيا آهن.
ابل! اڳوڻي زماني ۾ مهاڻن جي "مدين" ذات هئي. ماڻهو ڪم ذات گهٽ زات سمجهندا هئا.
هل ڙي هل مهاڻا وچي چوڏيون مار!
هينئر ڏسين پيو تہ هر ذات وارو ماڻهو چوڏيون پيو ماري ، مڇيءَ وارو ڌنڌو پيو ڪري.
سوڪيءَ جي شهر ۾ "ابو ساتي" جي هوٽل ۾ بچو سهتو جي هوٽل مشهور هيون، جن ۾ فونا ڦرندا هئ. انهن فونن جي ذريعي ڪلام ٻڌندا هئاسين. جن کي "رڪاڊ" بہ چوندا هئا. هاڻي تہ اهي "فونا" بہ ڪونهي ، هاڻ اهڙيون شيون نڪري پيون آهن جو وچي ٿيا خير. هر پار وٽ موبائيل آهي اڳي پار ڦرهي، پٽي تي لڪندا ۽ پرهندا هئا. هاڻ سڀ ڪو موبائل تي لکي پڙهي وينو آهي.
سوڪيءَ ۾ حاجي خميسو ڪتي جو دڪان هوندو هو، جيڪو پوءِ ڪارو چاڻ ۾ دڪان کولي وينو. موسي ڪنيار سوڪيءَ ۾ .
صبح جو ڊاڪٽر جليل ۽ پين دوستن کان موڪلائي ڪراچي هليو آيس.
ٻئي ڏينهن تي الهڏنو خاصخيلي ڪيرواٽي پٽ علي ڪيرواٽي خاصخيلي ڪارو چاڻ مان فون ڪئي.
"ادا! گهارو شهر ۾ چاچو عيسيٰ ڪيرواٽي خاصخيلي رهي ٿو. اُن وٽ وڃان پيو. توهين اتي اچو."
"ادا! آءُ گهارو اچان ٿو." پوءِ فون بند ڪري تياري ۾ لڳي ويس. آئون ڪراچي ۾ ڀاءُ نويد ٿلهو جي گهر رابعہ سٽي ۾ رهيل هوس. پوءِ تيار ٿي ڀاءُ ۽ امڙ پيڻ کان موڪلائي هيٺ آيس. اتان رڪشہ ۾ چڙهي جوهر موڙ تي اچي ڊي ست (D-7) ۾ چڙهي، قائد آباد آيس. قائد آباد مان سجاول شهر ڏانهن ويڃڻ واري وين ۾ جاءِ ملي وئي. ڪلاڪ سوا ۾ گهارو شهر ۾ پهتس، ايتري ۾ ڀاءُ الهڏنو خاصخيلي ڪيرواٽي جي فون اچي وئي.
ادا! آئون "چيئرمين هوٽل" تي وينو آهيان. مون ڪنڌ ورايو تہ اتر پاسي ۾ "چيئرمين هوٽل" ڏسڻ ۾ آيو. اڳتي وڌي هلڻ لڳس تہ سامهون ڀاءُ الهڏنو خاصخيلي ڪيرواٽي وينو هو. هن چانہ ماني جي صلاح ڪئي پر مون کي ضرورت ڪونہ هئي.

الهڏني چيو قادو ملاح پاڙي ۾ چاچي عيسيٰ خاصخيلي ڪيراٽي جي جاءِ آهي، اتي هلنداسين. چاچا بہ اتي آهي. ان اسان سوڪيءَ جي باري ۾ حال احوال ڪنداسين. الهڏنو خاصخيلي رستي ۾ هلندي ننڍپڻ جي ڳالهہ ٻڌائڻ لڳو.

ڪاري چاڻ شهر ڪان ڏکڻ ۾ خچر جي مڪان تي آباد هو ۽ ميرواهہ ۽ سوڪي جو شهر ڏکڻ ۾ آباد هئا. اسان جي ڳوٺ جو نالو علي ڪيرواٽي هو. اسين ٻار هئاسين جو سوڪي شهر گهمڻ ويندا هئاسين. سوڪي ۾ اسان جي اوڙڪ وارا خاصخلي رهندا هئا. هڪ جو نالو سپاهُو خاصخلي هو. اسين هن وٽ ويندا هئاسين. سوڪيءَ جي بازار ۾ مانڊٽيون هيون. اسين مانڊٽين تان شيون وٺندا ڪئيندا (ڪائيندا)( هاسو (هئاسون) اتي هَڏو سوپاري ملندي هئي، جنهن ماڙ (ماڻهو) جون ڏائون مضبوط هونديون هيون، اهو هڏو سوپاري وٺي ڪائيندو هو... باقي پوڙها ماڙ (پوڙها ماڻهو) هَڏو سوپاري وٺي گهر اچي ان کي پاڻي منجهہ پسائي رکندا هئا. پوءِ صبح جو پاڻي مان هَڏو سوپاري ڪڍي ڪائيندا هئا. هڏو سوپاري جو اهڙو رنگ هوندو هو، جهڙو ڏونگي جي اندر وارو رنگ آهي.

اسان جا وڏڙا مالوند ماڙها (ماڻهو هئا) تن وٽ ڍور ڍڳا، مينهون، ٻڪريون، رڍون ۽ اُٺ هئا. ا..ان جي گهر ۾ بہ کير مکڻ جام هوندو هو... اسين ٻنين تي ويندا هاسين (هئاسين) اتي خوبصورت وليون ولون هونديون هيون ۽ گاهہ هجن، انهن ولين جا نالا ياد اچن پيا.

دود ڦُل، گاهہ هوندو هو، دود ڦَل هر مال ڪئيندو هو. لُلر گاهہ برسات منجهہ ٿيندو هو. مال جو چَڙو (گاهہ) هوندو هو. مليرو، گاهہ جو قسم. هي گاهہ برسات ۾ ٿيندو هو. مال بہ ڪئيندو ماڙو (ماڻهو) مليرو گاهہ پٽي ان جو ٻوڙ رڌي ڪائيندا هئا. ڪُم ٿيندا هئا، ماڻهو ڪئيندا (ماڻهو ڪائيندا) هئا. ڇِپڻ بہ ٿيندا هئا.

جهنگ ڊاڪو. هي گاهہ جو قسم هو. هِن ۾ ڦر ٿيندو هو، جيڪو ماڙ ڪئيندا (ماڻهو ڪائيندا) ڏاڍي مٺي ٿيندي هئي. ڪانهہ پيرو. هي گاهہ جو قسم آهي. هن جو ميوو ڇگن ۾ هوندو. ماڙ ڪئيندا (ماڻهو ڪائيندا) تہ جانور بہ ڪئيندا هئا. منڊيڙو گاهہ... هي مال جو چَرو هو (جانور جو ڪاڌو هو) هي گاهہ برسات ۾ ٿيندو هو. ڏنگڻ گاهہ... هي سَنهو گاهہ ڪمند وانگر مٿي چڙهيو

ويندو هو. جانور ڊور ڊگها پڪريون رڍون ۽ مينهون، اُٺ ڪئينندا هئا. ڊاٽا ٽيندا هئا.
سانوٽي: هي گاهه جو قسم هو. هي گاهه مال چرندو هو.
ٽوپ: گاهه جو قسم.
پٽر: گاهه جو قسم.
ڪانئر: گاهه جو قسم هو. هي گاهه گپ ۾ ٽيندو هو.
سامونڊي لوئاندو: هي گاهه جو قسم آهي.
ڍير: هي گاهه جو قسم هو. مال چرندو هو.
سوراٽي: گاهه جو قسم.
سونئڻ: گاهه جو قسم. هن گاهه ۾ ٻج ٽيندو. ان ٻج جو ماٺو پيت رڌيندا هئا.
پاڙ: گاهه جو قسم.
اُبتي ڏنگٽي: گاهه جو قسم. هي گاهه مال کائيندو آهي.
ماميچو: گاهه جو قسم.
ڪانڊيرو: وڻ گاهه جو قسم. مال چرندو هو.
ڊامائو: گاهه جو قسم. مال چرندو آهي.
آڏيري: گاهه جو قسم.
پن: گاهه. اسان پنَ وڏيو گهر ٻر ان مان ٺاهيندا هئاسين.
گهر جون عورتون پنَ مان تڏا تنوريون ٺاهينديون هيون. هٿ وارا پکا ٺاهينديون هيون. پنَ جون تڏيون تنوريون ۽ پکا انهن تي پنَ جا نمونا ڪڍنديون هيون. ڪي تڏا تنوريون ۽ پکا لسا يعني سادا ٺاهينديون هيون. سر سبز ساوڪ ئي ساوڪ باغات پيلا هئڻ سبب جي ڪري سامونڊي پٽي ۾ برسات جام پوندي هئي، ان برسات ۾ گاهه پٽ ۽ وليون بي انتها خوبصورت ڦٽنديون هيون.
وَل جا قسم: ريبڙ وَل. هن جو ڦر گندري ڪان ننڍو ٿئي ٿو، پر ماڙ ڪيندا آهن.
چمبڙ: ول هن جو ٻج ٻه کائيندا آهن.
ڪُتي ول: هي ول مال چرندو آهي.
وائو ول: جانور کائيندا آهن.
ٻُڪڻ: ول جو قسم.

ڇَمبر ڪاٽي: ول جو قسم. هي ول ٻار جي سُتيءَ ۾ ڪم ايندي آهي.

اڄ بہ ڀَنَ مان ٺڏيون تنوريون ٺهنديون آهن. اها ڀَنَ حيدرآباد ۽ ٻين ضلعن ۾ ايندي آهي. ماڻهو وڻندا آهن. اڳي اهو وقت هو جو ماڻهو اسان جي ٻن زمينن مان ڀَنَ مفت ۾ وڍيون ڪٽيون ويندا هئا. ايڏي ڀَنَ هوندي هئي. اسين عيسو خاصخيلي جي جاءِ تي پهچي وياسين، سائين عيسو خاصخيلي سان ملاقات ٿي.

## حاجي ابوبڪر پُٽ حاجي محمّد عرس ڪٽي

شام جي وقت بجلي هلي وئي... عيسو خاصخيلي چيو...

ادا! مَي وٽ لائيٽ ڪينهي... (منهنجي گهر ۾ بجلي ڪونهي...)

پوءِ الهڏنو خاصخيلي چيو... هَل تہ هَلو... ڪاروڇاڻ جا ڪٽي گهارو ۾ رهندا آهن، پنهنجا عزيز دوست آهن. پوءِ اسين قادو محلي مان عيسو خاصخيلي جي جاءِ کان نڪتاسين، پنڌ هلندا آچي جوکيا خليفہ محلي ۾ آياسين. الهڏنو خاصخيلي هڪ لوهہ جو دروازو کڙڪايو. ننڍڙو ٻار آيو. ان کان پُڇيائين.

تون جو پيُ ڪٽي...؟

ڇوڪر چيو "بابا گهر منجهہ آ.

پوءِ هڪ همراهہ ٻاهر آيو. تنهن اوطاق جو دروازو کوليو. اوطاق ۾ ويٺاسين هڪ بزرگ شخص آيو، تنهن پنهنجو تعارف ڪرايو.

حاجي ابوبڪر پُٽ حاجي محمد عرس ڪٽي ڪاروڇاڻ. اسين گهاري ۾ پنج سال اڳ 2012ع ۾ آياسين. آئون ننڍڙو هوس سوکي ويو هوس... اتي اسان جا مائٽ عزيز رهندا هئا. حاجي خميسو ڪٽي رهندو هو، اُن جو دڪان ريزڪي سيڌي سامان وارو، حاجي خميسو ڪٽي منهنجو مامو هو. اُن جي جاءِ ڀَڪَ سرن جي ٺهيل هئي. اُن کي چار پٽ هئا... عبدالله ڪٽي، ابراهيم ڪٽي، سليمان ڪٽي، زاهد حسين ڪٽي.

عبدالله ڪٽي ۽ ابراهيم ڪٽي اِهي ٻئي مون کان وڏا هئا. سليمان ۽ زاهد ننڍا هئا. منهنجو مامو حاجي خميسو ڪٽي پوءِ ڪاروڇاڻ ۾ لڏي آيو. اُن مهل سوکيءَ جا گهڻا ماڻهو لڏ پلاڻ ۾ هئا، لڏ پلاڻ ۾ هئا. اسان کي اِها خبر ڪونہ هئي تہ، ماڻهو ٽپڙ ٽاڙي ڇو پيا ڪڍن. سوکيءَ جا ماڻهو ڪاروڇاڻ ۽ ٻين

هنڌن ڏانهن لڏو ڪٽي ڇو پيا وڃن!! آئون ننڍو هوس تہ منهنجي ذهن ۾ اهي سوال ڦرندا هئا.

ڪارو ڇاڻ وڏو شهر هيو... اسان جي زمين هئي. هن وقت تائين اسان جي زمين ديهہ ٻيلو ۾ آهي ۽ "ٻينا" آهي. يعني بنجر ٿي وئي. ڪاري پاٽي ڦتائي ڇڏي آهي. بنجر ٿي وئي آهي. ڪاري لهجي ۾ غير آباد ۽ بنجر زمين کي "ٻينا" چوندا آهن.

اها رات گهاري ۾ گذاري صبح جو سوير حاجي ابوبڪر ڪتيءَ کان موڪلايوسين. الله ڏنو خاصخيلي ڪارو ڇاڻ هليو ويو. آئون گهاري کان سجاول ويندڙ وين ۾ چڙهي پوءِ ٺٽي ۾ لهي پيس. دوست شوڪت ڪماڻ جي دڪان تي آيس، خيال آيو تہ باقر خان سان فون تي ڳالهايان، مون باقر خان کي فون ڪئي، باقر خان مروا چيو. "ادا! آئون مڪلي تي آهيان، توهان ڪٿي آهيو؟"

"ادا باقر! مان شوڪت ڪماڻ جي دڪان تي ويٺو آهيان."

"چڱو توهان اتي ويهو، آئون اڌ ڪلاڪ ڪانپوءِ اچان ٿو."

چاليهہ منٽن ڪانپوءِ باقر خان مروا بلوچ آيو، ان سان گڏجي سندس ڳوٺ آيس. ڪجهہ دير ڪانپوءِ محفل مچي وئي، سگهڙ، دوست، شاعر ۽ ٻيا ماڻهو بہ اچي ڪٺا ٿيا.

رات جو ڳوٺ رسول بخش مروا بلوچ ۾ ڪچهريءَ ۾ ويٺا هُجون، سائين ايوب گنيو بلوچ، جيڪو عمر ۾ سڀني کان وڏو ۽ بُت ۾ پڙ هجي، پنهنجو تعارف پاڻ ڪرائڻ لڳو: ادا! منهنجي عمر 93 سال آهي. ڳوٺ ايوب گنيو، ديهہ جاڙا والي، تپو "ڪاڻ" تعلقو گهوڙا ٻاڙي، ضلعو ٺٽو.

1946ع ۾ سوڪي بندر جا هندو واپاري جن کي واڻيو، واڻيا چوندا آهن، اُهي حالتن جو اندازو لڳائي ويا هئا. پوءِ سڀني سوڪيءَ وارن کي چوڻ لڳا... "اسين وڃڻ وارا آهيون ۽ هاڻي هتي رهبو ڪونہ..." پوءِ انهن پنهنجا ٿيڙ ٽاڙي، سوڙها ڪرڻ ۾ لڳي ويا... ڏسندي ڏسندي واڻين جا واهِرا پڪين جو، آڪيرن جيان خالي ٿي ويا. اِها خبر ڪونہ پئي تہ سوڪيءَ جا پڪي آڪيرن مان اُڏري ڪهڙي طرف هليا ويا. اُنهن پنهنجا گهر آڪيرا سوڪيءَ جي سنڌي مسلمانن کي ڏنا هئا.

سوڪيءَ جو شهر سڪيو، سَتابو ۽ سُهڻو شهر هُجي، جو هي شهر

دريائن جي وچ تي آباد هو. سوڪيءَ ۾ ساريال (سارين) جي مِل (ڪارخانو) هئي. مِل ۾ اُن جا ڍير لڳا پيا هوندا هئا. نورمحمد سَهتو ان مِل جو مُنشي هو. واڻين جي وڃڻ ڪانپوءِ سارين چڙهڻ واري مشين پٽائي حيدرآباد ڪٽائي ويو. پاڻ ٿورو عرصو سوڪيءَ ۾ رهي پوءِ تعلقو گهوڙا باڙي جي "اُداسي" ڳوٺ ۾ اچي ويٺو. اداسي ڳوٺ ۾ واڻين جي ڪوٺي هوندي هئي.

اداسي واڃياڻي هُئي ان جي نالي سان ڳوٺ آهي، هن وقت "اُداسي" نالي سان سڏجي ٿو.

**حاجي بابو شولاٽي بلوچ ولد آمو شولاٽي**

صبح جو جليل ڪٽي ۽ آءُ موٽرسائيڪل تي چڙهي ابراهيم حيدريءَ وياسين، دوست ايوب شاهه انتظار ۾ ويٺو هو. ابراهيم حيدريءَ ۾ ايوب شاه، جليل ڪٽيءَ سان گڏجي حاجي بابوشولاٽي سان ان جي محلي ۾ ملاقات ٿي. اُن سانُ سوڪيءَ شهر جي حوالي سان ڳالهه ٻولهه ٿي. حاجي بابو، سوڪيءَ جي ڏينهن کي ياد ڪندي چيو، سوڪيءَ جي زمين سنڌو درياهه جي پاٽي تي آباد ٿيندي هئي. هيءَ وڏي پاڳ واري زمين هئي. هن زمين ۾ قسمين قسمين جا فصل ٿيندا هئا. زرعي آبادي تمام سُٺي ٿيندي هئي، جنهن ۾ ساريال (سارين) جو فصل تمام گهڻو ٿيندو هو. اُنهن ڏينهن ۾ پلوڙ قسم جا چانور پيدا ٿيندا هئا.

تَڙيا چانور، رَتڙيا چانور، ڪارائي گنجا چانور، سُڳديا چانور (سڳداسي) ايري چانور، اڙد مٽر، مور مٽر، چڻا، جَوَ، مڪائي ۽ ٻيا فصل بہ جهجها ٿيندا هئا. سوڪيءَ ۾ سايون ڀاڄيون ٿينديون هيون، جنهن ۾ ساوا مِرچ، هرو تماٽا (چماٽا) بصر، پالڪ، بيهه، ميها، توريون، ڀينڊا، هنداٽا، گدرا وغيره جام ٿيندا هئا. رات جي وقت سوڪيءَ جي پاسن وارن دريائن جو نظارو ڏسڻ وٽان هوندو هو. انهن دريائن منجهه رات ڏينهن ٻيڙا ۽ ٻيڙيون هلنديون رهنديون هيون، جيڪي ماڻهن کي هڪ ٻيٽ کان ٻئي ٻيٽ تي پهچائينديون هيون، انهن ۾ اهڙا ٻيڙا هوندا هئا، جيڪي گهورڻ (مڇيءَ جو شڪار) ڪرڻ ويندا هئا. ڪيترا وڏا ٻيڙا سوڪي بندر ۽ سنڌ جي ٻين ٽڙن تي مال ڪٽي ايندا هئا، پوءِ اهو مال لاهي ٻيڙا خالي ڪري سوڪي ۾ اچي اتان وري ٻيڙا ديسي گيهہ، چمڙو، اُن وغيره ڀرائي ڪٽي ويندا هئا. اُهي سوڪي مان آنَ ٽِنَ، ڀاڄيون، چانور، ڪي وري وهِٽَ (جانور) وٺي ويندا هئا، ڇو تہ سوڪيءَ ۾ ڀلا

گھوڙا ۽ اُنن جا اعليٰ نسل هوندا هئا.

سوڪيءَ جي درياھن ۾ هر وقت ميلا هوندا هئا، پيڙين جا ناڪئا، درياھہ منجهہ پيڙيون هاڪارينديون، ڪلام ڳائيندا هئا، انهن جو سُريلو آواز هوا سان رلي ملي پري پري تائين ويندو هو. پيڙين جي هلڻ جو شور غُل، آواز ۽ ناڪئن فلاصين جا گيت جڏهن ڪنڌين وارا ٻُڌندا هئا تہ ڪلي ٽڙي پوندا هئا. درياھن جي ڪنڌين تي راڳ رنگ جون محفلون، ٽينديون هيون، جيڪي ڪنڌين جي سونهن، هوندا هئا. درياهي ماڻهن کي نئين زندگي ملي ويندي هئي. درياھہ جا ماڻهو پيڙائتن جا گيت، مِٺڙا ٻول ٻڌي خوشيءَ ۾ مور جيان نَچي پوندا هئا ۽ چوندا هئا... ”شال آباد هُجن، اهي پيڙائتا ۽ ڪنڌين وارا“ درياھہ موج مستيءَ سان وَهي تہ پوءِ ڇو نہ مهاڻن ملاحن، ناڪئن ۽ خلاصين جون مستيون ٿين، ڪنڌين تي ڪُڏڪاريون ٿين ۽ محبتي ماڻهن جا ميلا مچن.

سنڌو درياھہ ۽ سامونڊي پٽي ۾ رهندڙ ماڻهن اهو ڪڏهن ڪونہ سوچيو هو تہ... اهڙا ڪارا ڏينهن ڏسڻا پوندا. دردن جا ڇُڳا ۽ ڪُڏڪاريون ڪندڙ ڪنڌيون، پَٽ ۽ پوناءَ چاڙون سيئي سوڪهڙيءَ ۾ سُڪي مروڙ جي اڻ مندائتي موت جي مُنهن ۾ هليون ويديون. هير جنهن درد جي پيڙاھہ ۾ سامونڊي پيڙهجن ٿيا پيا... سا سون ۽ چانديءَ وارن ماڻهن کي خبر ڪِهڙي...!!؟

سوڪيءَ جا هندو، سماجي چڱ ڀلائي وارا ڪم ڪندا هئا، مسافر خانہ ٺهرائڻ ۽ جانورن جي لاءِ الڳ پاڻي وارا حوض ٺهرائڻ، سوڪي جو شهر صاف سٿرو هوندو هو. سوڪيءَ جي مکيہ واٽين کي ڪا گوڙ واري خبر پوندي هئي تہ شهر ۾ ٿوري لُڇاڇپ ٿئي پي، تہ هڪدم عثمان ۽ قاسو جَت کي گهرائيندا هئا. سوڪيءَ ۾ مانار ڪرائيندا هئا ۽ ڪين اها هدايت ڪندا هئا، ”سوڪي سيڻي جي لاءِ سُک جو آڪيرو آهي. سک ۽ شانتي سان رهجي ۽ هلجي.“ حاجي بابو شولائي کان موڪلايو.

شام جو دوست جليل ڪتيءَ سان گڏجي ابراهيم حيدري جي پاسي ۾ جمع ڳوٺ هجي، اتي پنهون پٽ حاجي رمضان ڪلمتي بلوچ سان ملڻ آياسين، جڏهن پنهون سان ملڻ ٿيو هي ڏاڍو خوش ٿيو. اوطاق کوليائين، ان منجهہ وِيناسين. هن جي عمر اسي (80) سال هئي، پر لڳي ڪونہ رهيو هو.

پنھون ڪلمتي بلوچ ڳالھيون ڪندي ٻڌايو تہ:

اسان جي سوڪيءَ ۾ زمين ھئي. سوڪي جا زميندار ھياسين، شھر سوڪي، ديھہ سوڪي، ٽپو ٻبلو، مالحال ڪارو ڇاڻ تعلقو شاھہ بندر، ٽپو ٻبلو ۾ 3 ديھون ھيون. ٻبلو ديھہ، پيٽڙي ديھہ ۽ سوڪي ديھہ. بندر گاھہ ميرواھہ درياھہ جي ٿوري فاصلي تي ڏکڻ ۾ سوڪي شھر ھو. سوڪي بندر گاھہ جي اولھہ ۾ گابار درياھہ ھو. منھنجو ڏاڏو واڍڪو ڪم ڪندو ھو. آئون ھير بہ واڍڪو ڪم ھوڙا، پيڙيون وغيرہ ٺاھيندو آھيان. تہ وارا ماڻھو مختلف شھرن وارا ماڻھو واڍڪو ڪم ڪرڻ جي لاءِ گھرائيندا آھن تہ ھليووينديو آھيان. اسين خاص طور تي سوڪيءَ جي بازار ۾ ابو ساتي جي مٺائي ۽ ان جي ھوٽل تي چانھہ پيئڻ ضرور ويندا ھئاسين.

سوڪي ۾ ہہ مک ماڻھو فيصلا ڪندا ھئا. رئيس قاسو جت پاڙو آمر پٽ صوبيدار خان جت، عبدالرحمان شيدي ولد عثمان شيدي درزي ھو ۽ سوڪيءَ جو ننڍڙو زميندار بہ ھو. عثمان شيدي ٺاھوڪو درزي ھو. رئيس قاسو جَت جو وڏو قومي سردار جنھن جو نالو مامو خان ملڪاٽي ھو. سردار مامو ملڪاٽي جو پٽ رئيس غلام قادر ملڪاٽي تعلقو جاتي، ضلعو سجاول. انھن جا سوڪيءَ جي بازار ۾ ڪپڙن جا وڏا دڪان ھئا. حاجي خميسو ڪتي، رئيس قاسو جت، عثمان شيدي امين جت ونگائي، حاجي صديق جت ونگائي، حاجي سليمان جت ونگائي، حاجي قادر بخش بلوچ ولد محمد خان بلوچ وغيرہ انھن جا ڪپڙن جا دڪان ھئا.

سوڪيءَ ۾ نسکر ڪان پيڙا ۽ پيڙيون اينديون ھيون. اھي لابارن جي ڏينھن ۾ اچي لابارو ڪري ساريون ڪٽي مل (سارين جو ڪارخانو) ۾ ايندا ھئا. سوڪيءَ ۾ جَت دبائي وارن جا وڏا پيڙا ھوندا ھئا. اھي سوڪي مان آن جا پيڙا پرائي ڪراچي ويندا ھئا. جت دبائي ڪلاچيءَ مان ڪپڙو، ريزڪي سامان وغيرہ اُن جا وڏا پيڙا پرائي سوڪي بندر گاھہ، ڪارو ڇاڻ، ڪيٽي بندر ۽ شاھہ بندر انھن تي مال پھچائيندا ھئا، انھن پيڙن جو مک مالڪ ابراھيم جت دبائي ھوندو ھو. ابراھيم جت تعلقو ڪيٽي بندر، ديھہ جاوو درياھہ وٽو تي رھندو ھو.

اسين پنھون ڪلمتي ڪان موڪلائي اسڪوٽر تي چڙھي ريڙھي اچڻ لڳاسين. ريڙھي مياڻ ڳوٺ جي موڙ وٽ سامھون لوڻ جون ڪاريون

ننڍيون ننڍيون ٻاريون، جَنِ ۾ لوڻ جي اڇي چَمڪَ سج جي ڪرڻن تي تجلا چانديءَ جي سڪن وانگر ڏئي رهي هئي. اُنهن لوڻ جي ٻارين کان پري ڪُجهه فاصلي تي سمنڊ ۾ جهاز بيٺل هُجن. آءٌ ريڙهي مياڻ ڳوٺ جي طرف تورو هلي بيهي رهيس. ڪَنَ تي سوزڪيءَ ڪيءَ جو آواز آيو. ڪَنڌ ورائي ڏٺو تہ موڙ کان هڪ سوزڪي ريڙهي مياڻ جي طرف وَر کائي اچڻ لڳي، اُن کي هٿ ڏنو تہ بيهي رهي، مان سوزڪي جي "کُڙ" (پويان) ۾ ويهي رهيس. روڊ جي ڪابي پاسي تي جبل جي ٽڪري هُئي. اُن تي ڪچا ڪپا گهر ٺهيل هجن. روڊ ۽ اُن ٽڪريءَ جي وچ ۾ ديوين جا گهاٽا وڻ، ڪلراٺي زمين هئي. اُن زمين تي ڪٿي ڪٿي گند ڪچري جا ڍير هئا. روڊ جي ساڄي پاسي تي پوٺو (ڪلراٺي زمين) ان کان پري پاڻيءَ ريڙهي درياهہ جو ۽ ساوا وڻ ڏسڻ ۾ آيا.

اُهي وڻ تمر جا هئا، سوزڪي ريڙهي مياڻ جي ٻَڪي روڊ تي هلندي رهي، روڊ جي ساڄي پاسي کان ڇهن ستن فوٽن تي ڪي پڪيون جايون، ڪي ڪڙن ڪانن وارين جاين جون قطارون هُجن .روڊ ۽ جاين جي وچ وارو حصو هيٺ هجي. جنهن ۾ گندو پاڻي بيٺل هيو. روڊ جي ٻئي پاسي کان گندي پاڻي تي نالو هيو. روڊ تي سوزڪي هلندي جڏهن ريڙهيءَ جي مين روڊ تي هلڻ لڳي، روڊ جي ٻنهي پاسن کان دڪان ۽ گهر هجن. دڪانن ۽ گهرن جي اڳيان مٽيءَ ۽ گند جا ڍير پيل هئا. اُنهن ڍيرن تي ڪُتا سُتل ۽ ڪي ڪُتا هڪبئي سان ويڙهہ ڪندا ڊوڙندا رهيا.

**رحيم بخش ولد غلام محمد ڪتي**

اسين ڊاڪٽر رحيم ڪتي جي ڪلينڪ تي آياسين. پوءِ ڳالهيون ڪندي رحيم چوڻ لڳو، ادا! اسان جا وڏڙا پڙڏاڏا پهريائين "مورانجهر" ڳوٺ ۾ رهندا هئا. جيڪو مور ڇڏائي ۽ وٺيون ٽڪي جي ڳوٺ جي آس پاس ۾ آباد هو. پوءِ اررهين صديءَ ۾ اسان جا وڏڙا نالي محمد صديق ۽ سندس پٽ نالي محمد اُهي مورانجهو مان لڏي اچي ڪارو ڇاڻ ۾ ڍهيسر ڳوٺ وٽ پنهنجو الڳ ڳوٺ، مسجد، مدرسو آباد ڪري ويٺا ( هينئر اُهي ڳوٺ ڪون آهن) اُهي ملان هئا، درس تدريس جو ڪم ڪندا هئا ۽ انهن هڪ "سريل" جو وڻ پوکيائون جيڪو. ڏيڍ سئو سالن جو آهي. اجا بيٺو آهي. واٽين جي "ٻِل ٻلائي" هوندي هئي. پوءِ اتان لڏي شهر جي اولهہ طرف ۾

"يار محمد اولياءُ" واري پاسي ويا. ملڪ جي ورهاڱي ٿيڻ ڪانپوءِ واڻيا هليا ويا. انهن پنهنجي گهرن ۽ دڪانن جون چاٻيون اسان جي ڏاڏي عبدالرحمن کي ڏئي هليا ويا. جيڪي واڻين، ملڪاڻين ۽ جتن جون زمينون مقاطعي تي کڻي آباد ڪندو هو، پوءِ ايوب جي دور ۾ "ڪاري چاڻ يونين ڪائونسل" جو چيئرمين بڻيو. ايمانداريءَ سان سڀ ڪم ڪار انجام ڏيندو هو. سڀ "عبدالرحمن چوهدري" جي نالي سان به سڏيندا هئا.

اسين وڏڙن کان ٻڌندا پيا اچون ته "ڪارو چاڻ بندر ۽ سوڪي بندر شهرن جي حوالي سان گهڻا مشهور هئا. ڪارو چاڻ ۽ سوڪي شهر ايترا سُڪيا ۽ ذرعي آبادي وارا شهر هوندا هئا. جيڪي به ايندو هو، اهو پاڻي گهرندو هو ته کير جا وٽا ۽ لسيءَ جا وٽا ڀري ڏيندا هئا. محبت ڀرين ماڻهن جا هر وقت ميلا هوندا هئا. جڏهن مهراڻ جون موجون ۽ مٺو پاڻي جهڪو ٿيندو ۽ آهستي آهستي رڪجي ويو ۽ پاڻيءَ اچڻ ڇڏي ڏنو. زرعي زمينون، جيڪي سهڻن باغن ۽ وڻن سان هٻار هونديون هيون، اهي سڀ ڪاري پاڻي، جيڪو مٺي پاڻي (درياهه جي پاڻي) جي نه اچڻ ڪري اهي زمين ۾ داخل ٿي ويو. ڏسندي ڏسندي سوڪي ڪارو جا سونا پٽ اجڙي ويا ماڻهن لڏ پلاڻ شروع ڪري ڏني. سوڪي جو منهن کي "پَل پلائي" ۽ ڪشمير چوندا هئا. هاڻ انهن پٽن تي "ڪانگ" ٻگهه به ڪڏهن ڪڏهن ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ماڻهون ائين اڏري هليا ويا جيئن چوندا آهن "وڻ به ويا واهرا به ويا"، اسان به مجبوري ۾ ڪاري چاڻ ڇڏي، لڏي اچي ريڙهي مياڻ ۾ اچي آباد ٿياسين. اسانجو بابا غلام محمد ڪتي ريڙهي مياڻ ۾ ئي دم ڏٽي حوالي ڪيو. اسين هاڻ هت رهندا آهيون. هتي منهنجو وڏو ڀاءُ عبدالجليل ڪتي ۽ آءٌ گڏ رهندا آهيون، مگر ڪارو چاڻ جون خوشيون، خوشحاليون اسان کان وسرن ئي ڪونه ٿيون.

ڪجهه دير ڪانپوءِ سائين محمد عمر جاموٽ ۽ رزاق راهي آيا.

ٻنهي سان ملڻ ٿيو. مون سينې کي اگوات اچڻ جو ٻڌائي ڇڏيو هو، حال احوال ڪرڻ ڪانپوءِ چيو.

ادا "بندر" تي هَلو. اُت خلاصي، واڍا آهن. اُنهن سان ڪچهري ڪَريون، "بندر" تي ماڻهن جي پيهه رهي ٿي. ڪيتريون ٻيڙيون اچن ۽ ڪي ٻيڙيون ريهڙيءَ مان سامان کنيو وڃن. ڪي ناکئا ۽ خلاصي ٻيڙين ۾ ويسي (سيڌو سامان) وتاءِ ۽ شڪار گهورڻ جي تياري ۾ هوندا آهن. ڪي ٻيڙيون سُڪيءَ

(تڙ) تي رکيل آهن. اُنهن ٻيڙين هوڙين کي مرمت جي لاءِ ناڪئن بيهاريون آهن. اتي هير وڏي رونق آهي“.
سائين محمد عُمر ڄاموٽ جي ڳالهہ ٻڌي، آءٌ اُٺيس ڊاڪٽر جليل ۽ رحيم بخش کان موڪلايو. پوءِ رزاق راهي ۽ سائين محمد عمر ڄاموٽ سان گڏ ڪلينڪ مان نڪري سوزڪي آڏي وٺان مٿياسين تہ نوجوان سوزڪي جي پاسن ۾ تہ ڪي وري روڊ جي پاسي وارين ڀتين سان ٽيڪ ڏئي وينا هجن، انهن جا ڪنڌ لڙيل، اکيون ٻوٽيل، جسم ساٺو ۽ ڍبرو، وات ۾ گٽڪو ۽ ڇورو هُجين. ڪي ٻار پاسي مان گذريا تہ انهن جا وات بہ ڳاڙها ۽ ٻڌن جي اندران ڪجهہ شئي هُجين. اُنهن جون ٻتون، مُرلي وڄائيندڙ مگٽهار جي متين وانگر ڦوڪيل هيون. ڪي نوجوان ڇوڪريون وڏن برقعن سان مُنهن اگهاڙو هٿن ۾ پرس گهرن مان نڪري سوزڪي ۾ وڃين ويٺيون.
رزاق راهي ٻڌايو تہ هتان سوزڪي چشما ڳوٺ، حيدري بندر گاهہ ۽ ٻين پروارن ڳوٺن ڏانهن وينديون آهن. اسين مين روڊ وارو رستو ڇڏي هڪ گهٽيءَ ۾ داخل ٿياسين. جيڪا سڌي ”عبدالغفور ڄاموٽ بندر گاهہ تي وئي. ريڙهي مياڻ جو وڏو بندر گاهہ آهي. گهٽيءَ جي ٻنهي پاسن کان گند جا ڍير هجن. رستي جي وچ تي گٽرن جا ڍڪڻا کُليل ڪن گٽرن جو اڌ منهن تي گول لوهہ جا ڍڪڻا رکيل هجن. رستي ۾ نوجوان ڇوڪرا، ڇوڪريون، اُنهن جي وات ۾ سوپاريون، ڇورو ۽ گُٽڪو هجي. رستي ۾ هر گذرندڙ ماڻهوءَ جو وات ڳاڙهو ڏسڻ ۾ آيو. رزاق راهي کي چيو: ”هتان جا ماڻهو ماني گهٽ ۽ گٽڪو گهڻو استعمال ڪندا آهن. رزاق راهي ڪلي ڏنو. هُن جي وات ۾ بہ گُٽڪو هجي. ريڙهي مياڻ جا ماڻهو رنگ جا سانوار ۽ بُت ۾ سُڪل هجن. اسين بندر گاهہ ڏانهن ويندڙ گهٽيءَ ۾ هلندا رهياسين. سائين محمد عمر ڄاموٽ چيو.
ادا، هي جاءِ پنهنجي آهي، آڇو چانہ پي پوءِ ”بندر“ تي هلون ٿا. جاءِ جي ڏاڪن تي ماربل لڳل هجي. اسين اندر ڪمري ۾ داخل ٿياسين. کٽ تي سائين عبدالغفور ڄاموٽ سُتو پيو هو. هن سان آءٌ ٿو سال اڳ ملاقات ٿي هُئي. حال احوال ٿيڻ کانپوءِ سائين عبدالغفور ڄاموٽ مون کي سڃاتو. ڪائنس طبيعت جي باري پُڇيو تہ ٻڌائڻ لڳو.
ادا، ست مهينا اڳ هن ڪي جاءِ ۾ جتي سُتو پيو آن، هلندي ڪري پيس، پوءِ

وهجي رهيس. هاڻ هلي نہ ٿو سگهان، ڇڙي ۽ ڪنهن سهاري تي اُتي ٿورو هلندو آهيان، ڪجهہ ٿنگ سان هلي نہ ٿو سگهان.
سائين عبدالغفور جاموٽ ڳالهہ ڪندي، ڪٽ تي پاسو ورايو، ايتري ۾ رزاق راهي چار چانهيون کڻي آيو ۽ سڀني کي چانهہ ڏئي، هڪ ڪوپ چانهہ جو پاڻ کڻي ڪرسيءَ تي ويهي رهيو.
سائين عبدالغفور جاموٽ پنهنجي ٽنگ جي باري ۾ ٻڌائڻ لڳو. "ادا، وڏي ڳالهہ اها آهي تہ مي جي ٽنگ پڳل ڪونهي، نہ ڪنهن هنڌ کان ٽٽل آهي، نہ ئي ڌڪ ڦٽ جو نشان آهي، نہ وري ڪِ سور آهي. ٽنگ ۾ ڪو درد ٿئي ڪونہ پيو. پر پٽ تي پير رکي هلي نہ پيو سگهان. هي ٽنگ هلڻ کان جواب ڏئي ڇڏيو آهي. ڊاڪٽرن کان علاج ڪرايان ٿو پيو، ڦڪيون بہ هڻان پيو پر ڪو فائدو نہ آهي.
اڌ ڪلاڪ کن سائين عبدالغفور جاموٽ سان ڪچهري ٿي. پوءِ ڪائنس موڪلايو. اسين ساڳي گهٽيءَ مان بندرگاهہ جي طرف هلڻ لڳاسين. سڄي هٽ تي هڪ گهر جي اڳيان وڏيءَ عمر وارو جوڙو (عوررت ۽ مرد) ويٺو هجي. اُهي پاڻ ۾ ڪچهري ڪندا ٿي رهيا، پر اُنهن جي وات ۾ بہ چورو هُيو. هڪ جاءِ ۾ ڪجيءَ جو وڻ هُيو. ڪجي جون ڇڙيون پَٽَ جي مٿان گهٽيءَ جي طرف لڙيل هيون. ڇهن منٽن ڪانپوءِ اسين "بندر" تي پهچي ويا. تڙ تي ننڍڙا ٻار سائيڪلون هلائيندا رهيا. ڪي ٻار سُڪيءَ تي بيٺل ٻيڙين ۾ راند ڪندا ٿي رهيا. اسين "ريڙهي درياهہ" جي ڪنڌيءَ تي آچي ويٺاسين. درياهہ ۾ ٻيڙيون/هوڙا/هوڙيون هلنديون رهيون. ڪي ٻيڙيون درياهہ جي ڪنڌيءَ سان بيٺون هجن. اُنهن ۾ ماڻهو ويٺا هُجن. اسين تڙ کان واپس ٿياسين تہ ڪي ماڻهو سائين محمد عمر جاموٽ سان اچي مليا. پوءِ سڀئي گڏجي "بندرگاهہ" جي هڪ دڪان تي اچي ويٺاسين. سامهون "ريڙهي درياهہ" جو نظارو بہ ڏسڻ ۾ ٿي آيو.
ڪچهري ۾ ويٺلن ماڻهن پنهنجو تعارف ڪرايو. مُحمد جمن موساٽي عمر 48 سال، محمد رمضان خاصخيل، نور احمد جت، گلزار "چاڪي" ملڪائي، رزاق راهي فنڪار ريڙهي مياڻ، يوسف ملڪائي احمد سياراٽي، محمد جمن موساٽي، اُتي ڪلاڪ کن دوستن سان ڪچهري ڪري اٿياسين. ساٿين محمد عمر جاموٽ چيو. هاڻ ٻي پاسي هلنداسي. گهاتو

هيئر ڪٽنگ سيلون آهي. اتي گهڻا ماڻهو ويٺل آهن. جنهن جاءِ تي ويٺا آهيون. ان جي پنيان آهي.
ريڙهي مياڻ مارڪيٽ هيءَ مارڪيٽ "ريڙهي بندرگاهه" تي هئي. اسين هلندا، نور محمد چاموٽ آئل شاپ" اُن جي سامهون هاشمي ٽيلرز ۽ "گهاتو هيئر ڪٽنگ سيلون" هئي. اسين اُتي آياسين ته پنج ماڻهو ويٺل هئا. اُنهن پنهنجو تعارف ڪرايو. "محمد يعقوب عمر اٽي پنهنجو احوال ٻڌايو".
آءُ 1965ع ۾ ٺٽو ضلعو جي "ٻهارا" شهر مان لڏي هت آيو هوس. هيئر هت ئي "گهاتو هيئر ڪٽنگ سيلون" ڪولي پنهنجو گذر سفر ڪريان پيو. پوءِ ٻي ماڻهو پنهنجهو تعارف ڪرايو. منهنجو نالو محمد حنيف شيخ، هيريئ شيخ محلا ريڙهي ۾ رهندو آهيان. اسان جا وڏا اصل سيوهڻ جا هئا.
محمد موسيٰ "چاڪي" اسين اصل سوڪي شهر جا آهيون، جڏهن سوڪي ڦٽو ته "شاهه بندر" تي اچي ويناسين. ڪجهه عرصو چوهڙ جمالي ميهڙ ۾ رهياسين هير چاليهن سالن (40) کان وٺي ريڙهيءَ ۾ رهون ٿا، هِت درزڪو ڪم ڪندو آهيان. علي محمد شيخ ۽ واڍو عباس موساٽي پنهنجو نالو ڪچهريءَ وارن کي ٻڌايو. هن جي عمر سال هئي. قد جو ڍگهو، اچو مٺو، ڳالهائڻ ۾ سيني ڪان تيز هيو. واڍو عباس موساٽي، ڪچهريءَ وارن کي "پيڙيءَ منجهه" استعمال ٿيندڙ ڪائين جا نالا ٻڌايا. ايتري ۾ گهچ ۽ ابو واڍو ۽ ڊاڪٽر وارا به اچي پهتا،
اُولي:
هٿٿا:
جُنگ: اها ڪائي جيڪا پاٽين کي پاڻ ۾ ڳنڍي ۽ مضبوط ڪري
لي:
ڪاترو: هن ڪائي جا ٻه قسم ٿيندا آهن، ڪاترو وڏو، ڪاترو ننڍڙو (1) ڪاترو، هيءَ ڪائي ٻيڙيءَ جي اڳيان گولائيءَ ۾ لڳندو آهي. جنهن کي مانديو ڪاترو چوندا آهن.
(2) ڪاترو: هيءَ ڪائي ٻيڙيءَ جي پويان سنڌو لڳندو آهي جنهن "ڪاترو پويون" به چوندا آهن.
ٽَڙ: هيٺيون تر وارو حصو
راسو پيلجو: هي ڪائيون هوڙي ۽ ٻيڙيءَ جي ساڄ (ساڄي ۾ لڳن، ڪابي ۾

لڳن)
داسو پيلجو: اُها ڪاني جا هوڙي جي ٻنهي پاسن کي لڳي.
آڏا: اُهي ڪاٺيون جيڪي ٻيڙي جي اندران لڳنديون آهن. ٽِتَ، پاٽيا، رَق، سڪاڻ، مورو.

پوءِ دوستن کان موڪلائي ڊاڪٽر جليل جي گهر آيس.

صبح جو ڊاڪٽر جليل جي ڪلينڪ تي آياسين. اتي حسن درو سان ملاقات ٿي. حسن ولد دَرو ملڪاڻي عمر سوا سؤ لڳ ڀڳ آهي.
پوءِ حسن درس چوڻ لڳو ڪاڪ ۾ وينو هوس، جيڪا سوڪي جي اوپر ۾ هُئي. حاجي بچل خان ملڪاڻي جيڪو اُن ترَ جو وڏي حيثيت وارو بادشاھ ماڻهو هو، ڪاڪ اسانجو ڳوٺ هو. سوڪي تي ڪم ڪار سان ويندا هئاسين. سوڪيءَ جي ڏکڻ ۾ عثمان ڪورائي جو ڳوٺ هو. اُن ڳوٺ ۾ گهمڻ ويندا هئاسين. عثمان ڪورائيءَ جو ڳوٺ "سنهڙي" درياھ تي هو.
سوڪيءَ ۾ جا پل پلائي هئي. اها ڪتي ڪونه هئي، سوڪيءَ جي پاسي ۾ "بندر" هيو. اُتي عالي پاتڻي مير بحر هو جيڪو مير واھ درياھ تي پتڻ اڪاريندو هو. ڪارو چاڙ يا پين پاسن کان ماڻهو ايندا هئا. اُنهن کي پار اُڪاريندو هو. سوڪي شهر جي ايراضي اڍائي ڪان تي ڪلوميٽر پکيڙ ۾ هئي. سوڪيءَ ۾ گهمندي مزو ايندو هو. اُن ٽيم ۾ سوڪي ڪشمير هئي. ڪوڙ ڪپت ڪونه هئي. امن وارو شهر هو. سوڪي پتڻ تي لَهي سوڪي شهر ڏي ويندي، ڏھ منٽ لڳندا هئا. سوڪيءَ جا ماڻهو وڏن چار چڱن جي ڳالھ ٻڌندا هئا. ڪنهن کي هَڪل ڪبي تہ اُهو ماٺ ٿي، مُڙي ويندو. جهيڙو جهٽو ڪين ڪندو. هاڻ اُلٽو وقت پيو هلي، ڪوبہ چئن چڱن ۽ وڏن جي ڳالھ کي ٻڌي ڪونہ پيو ۽ اڻ ٻڌي ڪري هليو پيو وڃي. مون کي چار پٽ آهن. اُنهن جي شادي ڪرايم، انهن جون مايون پٽن کي ڪٽي ويون. آءٌ ڌيءَ وٽ ڪاوان ٿو. هن پيرسني جي حالت ۾ آهيان پر سچائي سان مرڻ گهران ٿو.

رات جا سوا نو (9:15) ٿيا هئا، فون جي گهنٽي وڳي نمبر ڏٺو تہ ياءِ الهڏنو خاصخيلي ڪيرواٽيءَ جو هيو. هن گهارو شهر ۾ ملڻ جو پروگرام رکيو هو، سو تيار ٿي گهارو جي لاءِ نڪتس. مون کي قاعد آباد ڪراچي کان سجاول شهر جي ويگن مِلي، ان ستر روپيہ (70) ڪرايو ورتو. ڪلاڪ سوا ڪانپوءِ گهارو بس اسٽاپ تي پهتس. ايتري ۾ الهڏنو خاصخيلي جي فون

آئي...

"ادا! آئون چيئرمين هوٽل تي وينو آهيان. اهو بس اسٽاپ تي آهي..." منهنجي پرسان گاڏي وارو بيٺو هجي، تنهن کان "چيئرمين هوٽل" جي باري ۾ پڇيو.

"سائين! توهان سڄي طرف ڏسندا، سامهون چيئرمين هوٽل آٿو."

"ادا مهرباني!"

مون کنڌ ورايو تہ سامهون "چيئرمين هوٽل" هجي. الهڏنو خاصخيلي کيرواٽي سامهون ڪاٺ جي صندل تي وينو هو. ان ڏي وڏي ويس. مون کي ڏسندي ئي اٿي آيو. هٿ ملائي چوڻ لڳو.

"ويهو ماني کائون."

"ادا ماني دير سان کائيندس."

"چڱو هاڻي چاچي عيسي خاصخيلي جي جاءِ تي هلون ٿا.

الڏنو خاصخيلي هلندو ڪجھ ڳالهيون ٻڌائڻ لڳو.

سوکيءَ ۾ خواجہ رهندا هئا. اهي زميندار هئا. هاڻي ڪراچي نيو مارڪيٽ ۾ سونارڪو ڌنڌو ڪندا آهن. اسين سوکيءَ ۾ گهمڻ ويندا هئاسين. ڏاڍو مزو ايندو هو. ڪارو ڇاڻ ۾ رهندا هئاسين، پر سوکي ۾ هڪ نہ ٻئي ڏينهن ويندا هياسين، سوکي جا ڪنيار، اهي لڏجي ڪارو ڇاڻ ۾ اچي ويٺا. ڪجھ سالن کانپوءِ اهي ڪاروڇاڻ مان لڏي وڃي گھارو ويٺا. هير گھارو ۾ انهن جي ڪپڙن جا دڪان آهن.

اڳي برسات پوندي هئي تہ ڪارو ڇاڻ ۽ ساموندي پٽي ۾ خوبصورت گلڙا ڦٽي پوندا هئا. وليون پٽن تي اڀري ايندڙيون هيون. مَريڙو، لُلر، سائون، ڪُنبي، پٽ پُون ڦاڙ، پوئانتي، گولاڙو، پيا بہ کوڙ نالا آهن. ڪي وليون آنَ ڏينديون هيون. اسين اُن جو پٽ پچائيندا هئاسين. ڪارو ڇاڻ جي پاسي ۾ اُترادي ملاحن جو ڳوٺ هو، جيڪو اسحاق اترادي سان مشهور هو. ان اترادي ڳوٺ ۾ مِي جا (منهنجا) سڪ وارا دوست هئا.

ادا! ساموندي ماڙهن (ماڻهن) جي حياتي هاڻي ڏاڍي ڏکي آهي. درياهہ جون ڪنڌيون ٻسو، پيٽن ۽ ڍورن کي وڃي ڏسو، اجڙيا، ڪارا لڳا پيا آهن. اُهي ماضي واري سُونهن مال جون ڪُڏڪاريون، ڀاڳين جا وٿاڻ جيڪي خوشين سان ڀريا پيا هوندا هئا. اهي سڀ ڪونہ آهن. هير نہ ڪي

وڻاڻ، نـ ڪي وڻ وليون. نـ وري ٻاڳيا آهن. ڪنهن ڏوري ۾ درياهـ جي ڪنڌيءَ تي ڪو گهر آهي تـ اهو بـ آسري ۾ ويٺو آهي تـ من سنڌوءَ جو مٺو پاڻي آچي... پر اِها اُميد واري تند اندر منجهـ ڇڄي پئي آهي.

ڪارو ۽ سوڪيءَ ۾ "ڪانيار" ويٺا هوندا هئا. انهن جا ڪي گهر ڪڏا مارڪيٽ ۾ آباد آهن. اصل ۾ اُهي سوڪي شهر جا آهن.

## حاجي ابراهيم فقيراڻي جت سان ڳالهـ ٻولهـ

ٻئي ڏينهن منجهند جو ٻارهين وڳي ڳوٺ رسول بخش مَرووا بلوچ ۾ حاجي ابراهيم پٽ حاجي صديق فقيراڻي جَتَ سان ڳالهـ ٻولهـ ٿي هن ٻڌايو تـ:

"اسان جو ڳوٺ ڪيٽي بندر کان ڇئن ميلن تي آهي. منهنجي پيءُ "حاجي صديق فقيراڻي جت" جي نالي سان ڳوٺ آهي. هن ڳوٺ ۾ سئو کن (100) فقيراڻي جتن جا گهر آهن. اسان جي ڳوٺ کان ٿوري پنڌ تي دبائي جت رهندا آهن. ان ڳوٺ جو نالو حاجي اسماعيل دبائي جت آهي. اسان جا مائٽ وڏا سي سوڪيءَ ۾ رهندا هئا. اسان جي وڏن جو سوڪيءَ منجهـ اُٺين (اُٺن) جو ڌنڌو هو. لاباري جي مُند ۾ اسين اُٺيون (اُٺَ) درياهـ منجهان اڪاري، سوڪيءَ تي ويندا هئاسين. اسين پنهنجو لڏو ٻيڙين ۾ کڻي ويندا هئاسين. سال ۾ بـ مهينا "ڪتي ۽ نهاري" اهي هندي مهينا آهن، اهي ٻئي مهينا سوڪيءَ ۾ رهي لابارو ڪندا هئاسين. سوڪيءَ ۾ اُٺين (اُٺن جو واپار بـ ڪندا هئاسين. اسين اُٺين جو واپار اڄ تائين ڪندا اچون ٿا. اسان جو اهو ڌنڌو صدين کان وٺي آهي. هير اسين پيا ڪريون. هاڻي مَڇي وارو ڌندو بـ ڪريون. منهنجا ٽي ٻيڙا آهن، هڪ ٻيڙو مال (اُٺين) کي پاڻي پيارڻ جي لاءِ ۽ ٻـ ٻيڙا (هوڙا) مڇيءَ جي شڪار لاءِ آهن. اسان جي ڳوٺ ۾ سئو ٻيڙا (هوڙا) آهن. سيئي جَت مڇيءَ وارو ڌنڌو پيا ڪريون. سنڌ جي سامونڊري پٽي ۽ لاڙ ۾ ميلا لڳندا آهن، اُتي اُٺيون ڪاهي وڃي وڪرو ڪندا آهيون.

غلام شاهـ جو ميلو "مَلهـ درياهـ" تي لڳندو آهي. اسين پنڌ اُٺيون ڪاهي ويندا آهيون. اسان کي ڏهـ ڏينهن لڳي ويندا آهن. بدين جي پاسي ۾ ساجن سوائي جي ميلي ۾ اُٺيون ڪاهي ويندا آهيون. هن ميلي تي اُٺيون (اُٺ) زيادهـ وڪرو ٿينديون آهن. اُٺين (اُٺن) جا ڪيترائي قسم آهن. هر

اُٺ جو پنهنجو مُلهه هوندو آهي. اُنين جا رنگ به ٿين. ڪتي رنگ، ڪاري رنگ، ساوي رنگ، پوري رنگ، ڳاڙهي رنگ وغيره. اُٺن ۾ ذاتيون ٿينديون آهن.

سنڌي سنهڙا اُٺ، مڪراني اُٺ، جابلو اُٺ، ڍاتي اُٺ، هي اُٺ ٿر جي پاسي جا آهن. ڪارائي اُٺ. هي اُٺ سامونڊي پٽي جا آهن.

صبح جو باقر خان مروا بلوچ سان گڏجي نڪتي آيس، ان کان موڪلاءِ ڪراچي هليو ويس. ٽن ڏينهن کانپوءِ باقر خان جي فون آئي.

"ادا! آءِ هير نتو مڪلي تي آهيان، مجهند جو هتان ڪُم وتائي ساڪرو شهر مَنجهه ايندس. سو توهان اُتي اچو..."

ادا باقر خان! مان هن وقت ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ آهيان، هڪ وڳي هتان نڪرندس، پوءِ پنجين وڳي ڏاري ساڪرو پهچي ويندس.

ڪراچي يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي مان واندو ٿي، ڀاءُ نويد ٿلهو جي گهر آيس. ماني ڪائي ٿيلهو کڻي ٻاهر روڊ تي آيس. رڪشه ۾ چڙهي جوهر مري تي اچي، اتان D-7 گاڏي ۾ چڙهي قائدآباد آيس. اُتان ڳاڙهو شهر جي وين ۾ ويٺس. گهارو جي گولائيءَ وٽ وين بيهي رهي، گولائي کان هڪ رستو گُجو ۽ نتو وڃي رهيو هو. ٻيو رستو ٻوهارا، ساڪرو ڳاڙهو ۽ ڪيٽي بندر ڏانهن ٿي ويون. گهارو جي وٽان هڪ وڏي عُمر جو شخص وين ۾ چڙهيو، منهنجي برسان خالي جاءِ هَئي، اُتي ويهي رهيو. ڪجهه منٽن کانپوءِ وين هلڻ لڳي، ان همراهه سان حال احوال ٿيا، هُن پنهنجو نالو محمد موسيٰ لاشاري ٻڌايو. ڳاڙهو ۾ هُن جو ڪاروبار هو. وين جي در تي بيٺل نوجوان وڏي آواز ۾ ساڪرو .... ڳاڙهو.... ساڪرو ..... ڳاڙهو چوندو رهيو. اڳيان اسپيڊ بريڪر هَجي، وين جَهڪي تي ته اُتي تي چار ماڻهو بيٺا هئا. انهن وين کي هَٿ ڏنو ته وين بيهي رهي، وين جي اندر ٽن ماڻهن جي ويهڻ جي جاءِ هُئي، هڪ ڄڻو وين جي مٿان ويهي رهيو. آواز ڏيندڙ ڇوڪرو وين جو دروازو بند ڪري اُهو به وين جي پٺيان بيهي رهيو، پنج لڳي پنجاهه منٽن (5:50) تي وين ساڪرو شهر ۾ داخل ٿي.

وين ساڪرو جي روڊ تي هلندي رهي، هڪ چوڪ تي بيهي رهي پوءِ ۾ ويٺل محمد موسيٰ لاشاري هيٺ لٿو ۽ چيائين.

سائين ٿورو اڳيان پاسي تي سنڌ بلوچستان گبول هوٽل آهي توهان

اُتي ويهي رهندا. جي اسان وَٽ ڳاڙهو شهر هلو تہ مهرباني ٿيندي.

سائين! توهان جا لڪ ٿورا، منهنجو دوست ساڪرو ۾ آچٽو آهي.

لاشاري صاحب ڪان موڪلائي ٿورو اڳتي هليس تہ سامهون هوٽل هَجي، اُن تي سنڌ بلوچستان گبول هوٽل لکيل هيو.

ساڪرو جي روڊ تي ماڻهن جي آچ وڃ، غريب سارو ماڻهو، هر هڪ جي مِٿ مُرلي وڄائيندڙ جوڳي جي مِٿ وانگر ڦوڪيل هجي، اِها ڳالهہ سمجهہ ۾ تي آئي، هتان جا ننڍا وڏا ماڻهو گٽڪو گهٽو واپرائين پيا.

اُهي هلندين هلندين ڪنڊ ڪي لاڙي ڳاڙهي رنگ جي پچڪاري روڊ تي اُڇلائي وري هلندا رهيا، ساڪرو شهر جون پٽيون، هوٽلن جي ٻاهران روڊ ۾ گهٽين ۾ ڳارهن رنگن جا چٽاءِ داغ هجن. گبول هوٽل جي ٻاهران مانڊٽي هُئي، آءُ مانڊٽيءَ جي پاسي مان گذري هوٽل ۾ آيس چانهہ ڪاڙهيندڙ ڇوڪري کي هڪ چانهہ جو چيو.

اُن جي وات ۾ چورو هُجي، مون کي آواز ڏيڻ ڪان اڳ وات ۾ چورو کي ڦيرائي مِٿ جي هڪ پاسي رکي چيائين، ڀاءُ ويهو چانهہ سُٺي ٺاهِ ڏيان ٿو.

هوٽل ۾ تي چار ماڻهو ڇوڪڙي ٺاهيون پاڻ ۾ ويٺا ڪچهري ڪَن، دخل تي ويٺل جوان کي ڏٺو تہ اهو بہ گٽڪو کائي رهيو هو، آءُ ٿيلهو ڪرسيءَ تي رکيو، پاسي ۾ هَٿ ڌوئڻ جي جاءِ هُجي. اُتي هَٿ ڌوئي، مُنهن تي پاڻيءَ جو ڇنڊو هنيو، پوءِ اچي ڪرسيءَ تي ويٺس، ايتري ۾ ڇوڪرو چانهہ کڻي آيو، هُن جا ڏند ڳاڙها ۽ ڪارا هُجن، وات ڳاڙهو هوس، چانهہ رکندي چيائين.

ڀاءُ! ڪُجهہ کپي.

ادا! مهرباني.

روڊ تي ٽريڪٽر ٽالهي کي گذرندو ڏٺو، اُهو پٿاڻن جو ڏسڻ ۾ آيو. هوٽل ۾ وڏي عمر جو ماڻهو، اُن سان گڏ ڏاڙهي سان هڪ شخص هو، اهي ٻئي هوٽل ۾ آيا. جنهن ماڻهوءَ کي ڏاڙهي ڪو نہ هُئي، اهو خان، خان چئي ٻي همراهہ سان ڳالهائي رهيو. مون فون ڪري دوست باقر خان کي گبول هوٽل جي باري ۾ ٻڌايو، باقر خان چيو، آءُ مڪلي مان نڪري چڪو آهيان، توهان اِنهيءَ هوٽل تي اِتي ويٺا هجو آچان پيو، ايتري ۾ هوٽل جو بيرو آيو، تنهن

کان پڇيو.

ادا، هت ساڪرو ۾ پٺاڻ آهن ڇا.؟

منهنجي سوال پُڇڻ تي هُن جي منهن ۾ گهنج پئجي ويا، پوءِ تيز آواز ۾ چيائين، ساڪرو شهر ڪي ڇڏيو، پٺاڻ ٽولن جي شڪل ۾ هر ننڍي وڏي ڳوٺ ۾ ڪاهي پيا آهن، الائجي ڪٿي ڪان آيا آهن، ساڪرو ۾ ٻين شهرن ۾ پنهنجا ڪاروبار کولي ويٺا آهن، اُنهن ڪي پنهنجن وڏيرن جو هَٿ آهي، ڪٿي اِهي پٺاڻ هتان جا زميندار ٿي نہ وڃن، اهو اسان مسڪينن ڪي خوف ورائي ويو آهي.

اسان آئيون آڻ پڙهيا، پتو پوي ڪو نہ پيو، ڇا پيو ٿئي. اسان جي ماڳن تان ڳاڙهو، ڪارو ٻگهاڻ جا دوست ايندا آهن. ٻگهاڻ ۾ ٻُهارا ويندو آهيان، اُتي بہ پٺاڻ پريا پيا آهن. اِهي پٺاڻ ٽريڪٽر هلائين، واهن جي ڪاٽي ڪٽن، نسوار گٽڪو ۽ ڪپڙي جا ڪاروبار ڪَن، پيو اهو تہ هر هڪ شهر ۾ پٺاڻن جا پنج ڇهہ هوٽل آهن. ننڍن شهرن ۾ هڪ بہ پر ساڪرو ۾ ڳاڙهو ۾ چانهہ جا هوٽل جڇها کوليون ويٺا آهن.

بيري جي ڳالهہ ٻڌي خاموش ٿي ويس، هي پٺاڻ قائدآباد کان ڏاپيجي، گهارو ساڪرو، ڳاڙهو تائين آيا آهن. ڪٿي ائين نہ ٿئي جو ڪجهہ سال ۾ ساموندي پٽيءَ تي رڳو پٺاڻ ئي پٺاڻ هُجن. بيرو خالي ڪوپ ڪٽي ويو، مان اُتي دخل تي آيس، چانهہ جا پئسا ڏئي واپس پنهنجي جاءِ تي وينس. مون ڏٺو تہ باقر خان مروا بلوچ هوٽل جي پاسي ۾ مانڊٽيءَ هئي، اُتي موٽرسائيڪل بيهاري رهيو، هو تيلهو ڪٽي هوٽل کان ٻاهر نڪري آيس، باقر خان سان مليس.

باقر خان جي موبائيل جي گهنٽي وڳي، هن ڪنهن ڪي چيو، "اسين بہ جٺا آهيون، رات جو تو وٽ پهچي ويندا سين. ماني ٽڪيءَ جو بندوبست ڪري ڇڏِ، اسين ساڪرو مان نڪرو ن پيا." باقر خان فون بند ڪئي ۽ چيائين ادا، موٽرسائيڪل جي چين ڍري ٿي پئي آهي، اڳيان پٺاڻ جو دڪان آهي. اُهي نيون موٽرسائيڪلون ڪپائيندا آهن، اُتي هلي موٽرسائيڪل جي چين ڇڪرائي، پوءِ ڳاڙهو، ڪيٽي بندر وارو رستو وٺي هلنداسين. پر ڳاڙهو کانپوءِ ٻگهاڻ ۾ ڪيٽي بند وارو رستو ڪو نہ وٺي هلنداسين، اهو ڏاڍو خراب رستو آهي، ڳاڙهو کان ڪچو گس نڪري پيو،

رات جو وقت آهي، گس سنو ڪونهي ڪو، پر سوَلو آهي، اُهو وٺي مور چِڏائي ڳوٺ ۾ هلنداسين.

اسين موٽرسائيڪل ڪاهي اُن دڪان تي آياسين، باقر خان موٽرسائيڪل جي چين چڪرائي، هوا تيز گهلي رهي هُئي، روڊ جي ٻنهي پاسن کان پَڪا دڪان هُجن، دڪانن کان ڪجھ فاصلي تي ڪکن ڪانن واريون جايون هُيون.

روڊ تي هڪ چنگچيءَ ۾ ٻوريون سٽيل هيون. هلائيندڙ ڇوڪرو جي پنيان ماڻهو وينل هُيا. ڪيتريون ئي چنگچيون سواريون کنيون پيون وڃن، ڪي ساڪرو شهر ڏي اچي رهيون تہ ڪي وري ساڪرو مان ماڻهو ڀَريو وڃن پيون.

اسان کي سج لهي چڪو هو، واءُ تيز لڳي رهي هُجي، گهوڙا ڀاري روڊ تپي اڳتي هلندا رهياسين، روڊ جي ٻنهي پاسن کان ڪلراٺي زمين، پري کان ڪي گهرَ ڇَنن، مَنهنَ، ڪانن ڪڙن وارا ڏسڻ آيا. هاڻ اسين ڊارا ڳوٺ ٽپي چڪا هياسين، واءُ تيز گهلي رهيو هو، باقر خان موٽرسائيڪل جي رفتار جَهڪي ڪَئي، روڊ پَڪو هُيو، گاڏين جي آچ وَڃ لڳي پئي هئي.

باقر خان هڪ ڳوٺ ڏانهن اشارو ڪيو، جيڪو روڊ کان ٿوري پنڌ هجي. "ادا، هيءَ ڳوٺ قاضي احسان جو آهي، اُن جي ڀَر ۾ واڊا ڳوٺ (واڊن جو ڳوٺ) آهي. جيڪي ڪٽي آهن، اسين ٻُهارا شهر جي ويجهو آهيون. سچي هٽ تي هڪ پيٽرول پمپ هو، باقر خان مروا بلوچ اُن پيٽرول پمپ تي موٽرسائيڪل بيهاري ۽ پيٽرول وجهرايو. "هي پيٽرول پمپ واحد گراٽو ميمڻ جو آهي. پيٽرول پمپ تي هڪ نوجوان اچي باقر خان سان هٿ ملايو ۽ وري مونسان ملائي باقر خان کي چيو.

ڪاڏي پيا وَڃو....

ادا، مور چِڏائي جي ڳوٺ وڃون پيا.

باقر خان اُن ماڻهوءَ کان موڪلائي موٽرسائيڪل چالو ڪئي. ٻهارا شهر ۾ اسين آٽ لڳي ڊپو ريگيوليٽر تي پهتاسين. باقر خان اتي ٻن ٽن منٽن جي لاءِ موٽرسائيڪل بيهاري هيٺ لهي ويو. اڳيان سروي هجي، اتان تي ڊپو ريگيوليٽر کي آٽَ،دروازا هُجن. نتو، وَر شهر جو گندو پاڻي ۽ واهڻ جو گندو پاڻي زمينن جو پاڻي، سيئي هِن ريگيوليٽر جي رستي سان وڃي سمنڊ

۾ چوڙ ڪندا آهن. اسين موٽرسائيڪل چالو ڪري اڳتي هلياسين. ڏهن منٽن کانپوءِ ڳاڙهو شهر جي ٻاهران عزيز ملاح جي هوٽل وٽ چانهه پيئڻ جي لاءِ گاڏي بيهاري سون، ان وقت عبدالجبار تاثير 'شاعر' جي فون آئي، تنهن مون کان حال احوال پُڇيا.

ادا، ڪٿي آهيو.

"سائين، ڳاڙهو شهر جي ٻاهران هوٽل تي چانهه پيئڻ جي لاءِ بيٺا آهيون". ٿوري دير کانپوءِ اسان ٺٽي شهر ڏي ويندا سين. "ادا! چڱو، توهان پنهنجي منزل تي پهچو، پوءِ حال احوال ڪبا. فون بند ٿي وئي، موٽرسائيڪل جي پاسي ۾ ڪاٺ جو وڏو صندل هيو، اُتي چڙهي، پلٽي هٽي ويناسين. ڪاٺ جي صندل تي پاڻيءَ وارو ڪولر پيو هيو، اُن مان گلاس پاڻيءَ جو ڀري منهن تي ڇنڊو هنيو، پوءِ بچيل پاڻي جو ڍڪ ڀريو.

هڪڙو همراهه آيو، اسان سان هَٿ ملائي صندل جي پاسي ۾ بيهي باقر خان سان ڳالهه ڪري رهيو هو. باقر خان اُن ماڻهو جي باري ۾ ٻڌايو.

هي خاصخيلي آهي، هنن جي وڏڙن ڳاڙهو نالي سان هي شَهر آباد ڪيو. هن شهر ۾ سوڪي ۽ ڪاروڇاڻ جا ڪيترائي ماڻهو آباد آهن. هير وڏو شهر ٿي ويو آهي، ڪنهن وقت ۾ هن جاءِ تي هڪ دُڪان، هِڪُ ڍَڪُ هوندو هو. جڏهن سمنڊ جي کاري پاڻيءَ درياهن جي ڪنڌين کي ڦِتائڻ ۽ اُجاڙڻ شروع ٿيو تہ اُتان جي ماڻهن لڏپلاڻ ڪري مختلف ماڳن ۽ هنڌن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ وڃي آباد ٿيا. هي پَٽَ خالي پيا هُيا، پوءِ هن پَٽَ تي ماڻهن پنهنجا گهر اڏيا. هي ڳاڙهو شهر وڏو آهي، ڪيٽي بندر ساڪرو وارو روڊ مان وڏي ماڻهن جي آچُ وڃ ٿيندي هئي. جنهن سبب جي ڪري ڳاڙهو شهر ٻن ٽن گهرن ۽ جاين وارو هنڌ هاڻ وڏو مرڪزي شهر بڻجي ويو آهي. هن شهر ۾ ڀناٽن جا ماني وارا هوٽل، چانهه جا هوٽل آهن. ان کان علاوه ٻيو ڏنڊو بہ ڪندا آهن ۽ وڏنڏا وجن ٿا. هنن پٽن ۾ ڀناڻ ڏاڍو آيو آهي، آهي واهن جي ڪاٽي، هَرن وارو ٽريڪٽر ٺاهڻ وارو بہ ڪم ڪندا آهن. باقر خان مروا بلوچ اُن همراهه سان ڳالهائيندي چيو:

خاصخيلين جا پنج پاڙا آهن، 1 خاصخيلي 2 خاص ڪيلي 3 غلام 4 ٻانها 5 گبدا آهن، اسين ڏهه منٽ ڪن اتي ويناسين پوءِ اُن همراهه کان موڪلايوسين. باقر خان چيو.

ادا! اسان ڪي ٻگهاڻ وڃڻو آهي، ڳاڙهو شهر ڪانپوءِ ٻگهاڻ، ڪيٽي بندر آچي ٿو. پر رستو گهڻو خراب آهي، سالن کان وٺي ائين ئي پيو آهي، رستي تي پٿر آهن، جيڪي ٽائرن جي لاءِ ٻڙي آهن. گاڏين جا ٽائر پنچر ٿيو وڃن، ڦاٽي پون ٿا.“

اسين ڳاڙهو شهر مان اندران هڪ ڪچو رستو وٺي هلنداسين، هي رستو مختلف ڳوٺن مان گذري ٿو، علي محمد جانيارو، سڪندر علي جانيارو جانيئڙو ۽ شيخ ڳوٺ ڪانپوءِ اوچتو درياهه جو پاسو وٺي، اُهو ٽپي ٻگهاڻ ۾ داخل ٿي، پوءِ مور چڙائي هلنداسين.

باقر خان جي ڳالهه ٻڌي اندازو لڳايو تہ اجان ڪلاڪ ٻن جو پنڌ ٿيندو. هاڻ اسين ڳاڙهو شهر مان گذرڻ لڳاسين، شهر جي وچ وارو رستو جنهن تي پٿر هُجن. ائين لڳو، جڻ سالن کان وٺي هن روڊ تي پٿر وڇايل هجن. تنهن ڪي پڪو روڊ ڪونہ ڪيو ويو آهي. سنڌ جي ڳوٺن ۾ رستن ۽ رڙدن تي ۽ شهرن جي گهٽين ۾ اڪثر پٿر وڇايل هوندا آهن. بس روڊ ٺهي ويا. اهو مڪمل پڪو روڊ بڻايو ڪونہ ويندو آهي. موٽرسائيڪل پٿرن واري روڊ تي هلندي رهي، ڳاڙهو شهر ۾ خاصخيلي جي هوٽل هُئي. اُتي ڪاروچاڻ جون گاڏيون بيٺل هُيون، خاصخيلي هوٽل کان گهارو ۽ قائدآباد ۽ حيدري بندرگاهه تائين وينديون آهن.

ڪيٽي بندر کان ڪراچي ويندڙ گاڏيون ڳاڙهو، ٻهارا، ساڪرو کان گذري وينديون آهن.

هاڻ اسين ڳاڙهو شهر مان نڪري، هڪ ڪچو چارو (رستو) ورتو، اُن رستي جي ٻنهي پاسن کان فصل هُيا. ڦٽيون، ڪيلا، ڪمند ۽ گدرن جا فصل هئا. ڪٿي خالي سُنسان پَٽَ هئا، ڪنهن مَهل گدڙن جون اُوناهيون آچي رهيون هُيون. اوچتو باقر خان موٽرسائيڪل ڪي بيهاريو، موٽرسائيڪل جي اڳئين بتيءَ جي روشنيءَ ۾ ڪُجهہ ڪچا گهر ڏسڻ ۾ آيا. باقر خان گهرن ڏانهن ڏسي چيو.

”ادا! اسين رستو ڀلجي وياسين.“ هڪ ڪچي رستي مان ٻہ ٽي ڪچا ڀيا رستا نڪرندا رهيا، سو ماٺَ ڪري بيهي رهياسين. باقر خان چيو، هاڻ ڳوٺاڻو اچي پيو ان کان پڇبو، هڪ همراهہ ڪي گهرن مان ٻاهر ايندو ڏٺوسين، جڏهن اهو ڀرسان آيو تہ باقر خان مروا اُن کان رستي بابت پُڇيو.

ادا، رستو ڀلجي ويهي رهياسين، اسان کي مور ڇڏائي وڃڻو آهي. آءِ ڪيترائي ڀيرا هن گس سان آيو ويو آهيان، پر رات جي ڪري گس ڀلجي ويا آهيون. اهي پٽر ماڻهن جي لاءِ وڏو آزار بڻيل آهن. مهرباني ڪري ٻگهاڻ وڃڻ جو رستو ٻڌايو. اُن همراهه هَٿَ جو اشارو ڪري چيو، ”وري وڃو“.

”وَري وڃو“ اهو لفظ سمجهه ۾ ڪو نه آيو.

”ادا، گس سمجهه ۾ آچي ويو“، باقر خان ائين چئي، پوءِ موٽرسائيڪل کي ڦيرائي هلڻ لڳو. ڪجهه فاصلو طئي ڪيوسين ته هڪ هنڌ تي ٻه ڪچا رستا نڪرن پيا، هڪ ڪچي رستي اسين آياسين، هاڻ ٻيو ڪچو رستو وٺي هلڻ لڳاسين، پندرنهن ويهن منٽن ڪانپوءِ ڏٺوسين، جنهن رستي هلي رهيا هئاسين، اُن مان ٻه ٻيا ڪچا رستا نَڪرن پيا. اسان هڪڙو رستو وٺي هلندا وياسين، خبر تڏهن پئي ته اسين ڪنهن گهر جي پڌر (اگڻ) تي اچي بيٺاسون. اُتي مال جو وٿاڻ هُيو، هڪ نوجوان بيٺو هجي، اسان کي ڏسي اچڻ لڳو. اهو سمجهي وياسين ته آسين هاڻي گس ڀُلجي ويا آهيون، اهو آيو اسان سان هٿ ملائي چيو.

آءِ سمجهي ويس توهان ڀلجي ويا آهيو، اهو ٻڌايو ته ڪٿي ويندؤ.؟

ٻاءِ، ٻگهاڻ ويندا اسين.

چڱو، توهين هيٺ لهو، آءِ گاڏي هلائيندس. توهان منهنجي پويان ويهو ۽ توهان کي صحي گس تي ڇڏي پوءِ گهر موٽي ايندس.

اسين هيٺ لٿاسين، اُن نوجوان گاڏي هلائي ۽ هلندو رهيو، ڪجهه منٽن ڪانپوءِ هڪ چواٽي تي موٽرسائيڪل کي بيهاريو، پاڻ هيٺ لهي چيائين.

ادا، اهو گس وٺي ويندا اڳيان اوچتو درياهه جي چاڙ ايندي، جيڪا ٻگهاڻ جي پاسي ۾ آهي.

ادا، مهرباني.

پوءِ اسين موٽرسائيڪل چالو ڪري هلياسين، ڪجهه منٽن ڪانپوءِ اوچتو درياهه تي ٺهيل پُل ٽپي ٻگهاڻ شهر ۾ داخل ٿياسين. رات جو وقت هجي، شهر بند هيو، ڪٿي ڪٿي ڪتن جي ڀونڪڻ جا آواز ٿي آيا. روڊ جي پاسن کان گند ڪچري وارين جاين تي ڪتا بيٺا هُئا، ڪڙن ڪانن جا

دڪان نهيل، ڪجهہ پڪا گهر هُئا.

باقر خان چيو، هي روڊ ڪاروڇاڻ ڦاٽ درياهہ تي وڃي ٿو. باقي اڌ ڪلاڪ جو پنڌ ٿيندو، پوءِ اسين مور ڇڏائي ڳوٺ ۾ پهچي ويندا اسين.

رستي جي پاسن کان ديوين جا وڻ هئا. اسين پنجويهہ منٽن ڪانپوءِ ڳوٺ مور ڇڏائي ۾ پهتاسين. هڪ پڪي جاءِ ڏسڻ ۾ آئي، اُن ۾ داخل ٿياسين، باقر خان مروا چيو. هي اسڪول آهي. موٽرسائيڪل بيهاري، ان جي لائيٽ ٻاري ڇڏي ۽ موبائل فون ڪيو، ان جي روشني ڪري، روشني ڦيرائيندي پٽ کي ڏسندو هليو پئي. ڪيس پٽ صاف ڏسڻ ۾ آيس تہ پوءِ فون تي ڪنهن سان ڳالهائڻ لڳو.

"عباس! هَلي آ اسين رَسي ويا آهيون.؟"

اسڪول کان سَڏ پنڌ تي گهرَ هئا. اسين اسڪول مان ٻاهر نڪري آياسين، اتي ڳاڙهين پڪي سرن جو روڊ هجي. ان جي سامهون هڪ هڪ ڪمري واريون جايون هجن. جنهن جاءِ ۾ روشني ٻري رهي هئي، ان جاءِ ڏانهن باقر خان اشارو ڪري چيو، "ادا! هي سوکي ويلفيئر جي آفيس آهي." هن ڳوٺ ۽ پرپاسن وارن ڳوٺن ۾ سوکي شهر جا ماڻهو رهن ٿا. ڪي وڏي عمر جا آهن، هڪ بہ ماڻهو حيات آهي، ان جو ڏک پتو ڪريون ٿا، هينئر رات ٿي وئي آهي، صبح جو ڪنهن هڪ سان ملي وٺندا اسين.

باقر خان ۽ آئون ڳالهيون ڪري رهيا هئاسين تہ ڪجهہ نوجوان ميدان تي ٻن کٽن تي هنڌ وڇائي هليا ويا. پوءِ اسين اچي کٽن تي ويٺاسين، ايتري ۾ هڪ نوجوان اچي هٿ ملايو تہ باقر خان چيو، "ادا! هي عباس آهي، جنهن کي مون فون ڪئي هئي."

پوءِ عباس هٿ ملائي گهر جي پاسي هليو ويو. ٿوري دير ڪانپوءِ ماني کڻائي آيو. اسان سڀني ماني کاڌي، هَٿ ڌوئي ويٺاسين، جنهن جاءِ ۾ روشني هُئي اُن مان هڪ ماڻهو ٻاهر آيو. اسان سان هٿ ملايو، پوءِ عباس چيو.

هي سوکي ويلفيئر آفيس جو سيڪريٽري آهي، هاڻ هلو تہ "سوکي" آفيس ۾ ڪچهري ڪريون، پوءِ سڀئي اُٿياسين، سوکيءَ جي آفيس ۾ بہ نوجوان ويٺا هئا، اسان ويٺاسين بہ ٽي پيا ماڻهو آيا. انهن سڀني جو باقر خان مروا تعارف ڪرايو، ڳوناڻن سان ڪچهري هلندي. سنڌي ٻوليءَ جي

پراڻن لفظن تي بحث ٿيو. ڪچهريءَ ۾ چاچا محمد شولاڻي، شاهه عبداللطيف ڀٽائي جا بيت ٻڌايا تہ باقر خان چيو.
”چاچا محمد شولاڻي جو وڏو ڀاءُ عمر مشهور ناکئو هيو.“

پوءِ محمد پٽ حاجي هاشم شولاڻي پنهنجي شاديءَ ۾ ڳوٺ ٽڪو جو واقعو ٻڌايو، ٽڪو ڳوٺ ديهہ وٽيون ۾ آهي، ڳوٺ ۾ ميلا ملاکڙا لڳندا هئا.

اتي دڪان کي ڪاچيل ۾ ٻنيو هو. (ڪاچيل جي معنيٰ ڍڪڻ ۽ ٻنيو جي معنيٰ دروازو) جتان اسين سامان سڙا ورتا ها. مِي جي شاديءَ جو خرچو ارڙهن سئو روپيہ آيو. مي جي ڀاءُ ناکئو حاجي عمر شولاڻي دڪاندار کي اڳ ۾ ئي هزار روپيہ ڏئي ڇڏيا هئا. شاديءَ کانپوءِ اُن دڪاندار ٻارنهن سئو اسان کي موٽائي ڏنا.

منهنجو ڀاءُ ناکئو عمر شولاڻي، مشهور ناکئو هو جيڪو ”عُمر ڇرئي“ جي نالي سان مشهور هُيو، هِڪ ڀيري درياهہ تي مڇيءَ جو شڪار گهوريندي انڊين نيويءَ وارن سان جهڳڙو ٿي پيو، جنهن ۾ منهنجي ڀاءُ عمر کي گولي لڳي، ٻي گولي جَت عارف ڇڇ جهان خان کي لڳي، ٻئي مري ويا، پوءِ اسين اُهي لاش کڻائي آياسين.

ڪجهہ دير جي لاءِ محفل ۾ ماٺ ڇانئجي وئي، پوءِ چاچا محمد شولاڻي چيو.
”اسين ماڻ ”ماڻهو“ درياهہ جي ڏنڌي ڪانسواءِ رهي ۽ جي نٿا سگهون. اهو اسان جي جيئڻ جو گس آم، ان گس ۾ ايترا ڏکيا ۽ موتمار واقعا ايري پوندا آهن، جو پنهنجن پيارن جو منهن بہ ڏسي ڪونہ سگهندا آهيون. درياهہ تي شڪار ڪندي، طوفان هوائن، تيز موتمار لهرن سان لڙندي، وڙهندي بہ اسين زندگي هارائي ويهندا آهيون. اسان جي انهن ڏکن ۾ ڪو وڏو ماڻهو شريڪ ڪونہ ٿيندو آهي. بس اسين پنهنجو پاڻ ۾ ”درياهي ماڻهو“ (درياهہ جو ڏنڌو ڪندڙ ماڻهو) هڪ ٻئي جي ڏکن ڏاکڙن کي سمجهندي، محسوس ڪندي، پنهنجا سور هڪٻئي سان سلي ونڊا آهيون. پوءِ وڏي دل ڪري ٻيهر ٻيڙا تيار ڪري، درياهہ جي پنڌ تي نڪري ويندا آهيون. جڏهن مڇيءَ جي شڪار تي ويندا آهيون تہ اها پڪ بہ ڪونہ هوندي آهي، ڪڏهن، ڪيئن ۽ ڪهڙين حالتن ۾ واپس تڙ تي اچي پنهنجن پيارن عزيزن ۽ اولاد سان ملنداسين. درياهہ ۾ هولندي هر ڪنهن کي پنهنجي ٻچڙن جا خيال ورائي

ويندا آهن پر ان وقت ڪري بہ چا ٿو سگهجي. اسين روزي بہ پنهنجي ٻچن لاءِ ڪمائڻ ويندا آهيون.” ابا! درياھ ۾ دل وڏي ڪرڻ ڪان سواءِ هلي نٿو سگهجي.

چاچا محمد شولاٽي جي ڳالهين هر ڪنهن جي هانءَ تي لوڙهي چڏيو هو.

رات جو پارنهن وڳي تائين ڪچهري هلي، باقر خان مروا بلوچ چيو. سوڪي بندر گاھ جو رهندڙ ماڻهو هِن ڳوٺ جي پاسي ۾ (مور شولاٽي) ڳوٺ ۾ رهي ٿو، ان کي هير نياپو ڪيو آهي. اهو صبح جو سوير ايندو. اُن سان ڪچهري ڪانپوءِ حاجي علي بخش مرگهر بلوچ جي ڳوٺ ڏي هلنداسين، پوءِ سيئي ”سوڪي ويلفيئر آفيس مان نڪري آياسين“.

صبح جو سوير ناٿو شولاٽي چيئرمين پُٽ مور شولائي، هن جي عمر سئو سالن کان متي هئي، هلڻ ۾ چُست ۽ ڳالهائڻ منجهہ پڙو هو. لَٺَ هٿ ۾ هيس سوڪي ويلفيئر آفيس ۾ اچي پهتو. پوءِ حال احوال ڪندي سوڪيءَ جون يادگيريون ٻڌائڻ لڳو.

اسان جو ڳوٺ ”حاميد وارو“ ڪيٽي بندر جي ڏڪڻ ۾ آهي. ڳوٺ ۾ شولاٽي ذات ڪانسواءِ بلوچ، گبدا خاصخيلي، دبائي جَت، دبلا رهندا آهن.

سوڪي شهر کان ڏھ ميلن تي اسان جو ڳوٺ (حاميد وارو) آهي، اسين سوڪيءَ ويندا هئاسين تہ ٻيڙيءَ ۾ چڙهي ”مزار واري چاڻي“ درياھ مان گُذري، وري ”مٺي درياھ“ منجهہ اچي ٿورو اڳيان سوڪيءَ جي بندر گاھ تي ٻيڙي بيهاري، پوءِ سوڪيءَ جي شهر ويندا هئاسين.

سوڪيءَ ۾ زمين جو ڪَم، هارپو ۽ ڪڏهن مزدوري بہ ڪندا هئاسين. اسان پنج ڇَهَ ماڻهو گڏجي سوڪي شهر ۾ ڪمائڻ ويندا هئاسين. جيڪي ڳوٺ جا ماڻهو مونسان گڏ ڪم ڪرڻ هلندا هئا، انهن جا ڪجهہ نالا ياد آهن.

حاجي هاشم شولاٽي، موريو شولاٽي، آرو گبو، تار گبو ۽ پيا بہ ڳوٺ وارا هلندا هئا. ڪڏهن تہ اڪيلو سوڪيءَ هليو ويندو هوس.

سوڪيءَ جي وڏي بازار هُئي، دنيا واپار جي لاءِ ايندي هُئي. قاسو ”عامر“ جَت جي هوٽل هوندي هُئي. اُن جا ريزڪي ۽ ڪپڙي جا دڪان ها، قاسو جَتَ ”عامر“ هُن جا پاڙو هو. ڪيس ماڻهو قاسو عامر جت يا ڪي ”قاسو

جت" جي نالي سان سڏيندا هئس، هي سوڪيءَ جو وڏو زميندار هو.

سوڪيءَ شهر ۾ هر جمعي تي ملاڪڙو ٿيندو هو. اسين شوق سان ملاڪڙو ڏسندا هئاسين، مون کي اُنهن مَلهن جا نالا ياد آهن.

ڇُڊي دبلو، پڇالي دبلو، بروهي پورو، حُسين سوڍو (سوڍائي) اسماعيل شولائي، آءٌ بہ مَلهہ وڙهندو هوس، ملاڪڙو اهڙو لڳندو ڄڻ ميلو لڳي ويو، سوڪي جي تَر (پرپاسن) جا ماڻهو ايندا هئا.

جيڪو مَلهہ ٻئي کي مَلهہ ماريندو هو تہ چوڌير ڪنڌي ناهي بينل ماڻهن جي اڳيان ڪڏندو هلندو، خوشيءَ ۾ ٽلندو هو تہ ڪنڌيءَ وارا ماڻهو اُن کٽيندڙ مَلهہ کي چانديءَ جا روپيہ انعام ۾ ڏيندا هئا.

سوڪي جا خاشا ماڻهو وڏا ماڻهو زميندار ڪُرسيون وجهيون ويٺا ملاڪڙو ڏسندا هئا. پوءِ اُهي آخر کٽندڙ مَلهہ پهلوانن کي انعام ڏيندا هئا. تَرَ جا مَلهہ (پهلوان) ملاڪڙو ختم ٿيڻ کانپوءِ واپس وريو پنهنجن ڳوٺن ڏانهن هليا ويندا هئا. باقي پري پنڌ جا پهلوان سوڪيءَ جي زميندارن جي اوطاقن ۾ ٽڪي پوندا هئا.

سوڪيءَ ۾ راڳ هر سال ٿيندو هو. جنهن ۾ وڏا ڳائڻا ايندا هئا. مون جن ڳائڻن جو راڳ ٻڌو، انهن ۾ مائي ڀاڳي، مائي جيوٽي، چندر، سوپراج، ڀڳت ڪنور رام، مگڻ واٽيو اهو بہ وڏو ڳائڻو هو.

غلام رسول شاهہ ڳائڻو هي ساڪرو شهر جو هو. گيدوڙو مهاڻو ملاح، حُسين مِرگهِل لاڏيون شهر جو هو. هن جا شاگرد بہ هئا، جيڪي پاڻ سان وٺي ايندو هو. هن کي سازدا پنهنجا هئا. سَيد سُليمان شاهہ ڳائيندو ۽ نچندو هو. ماڻهن کي هن جو اهو انداز گهڻو پسند هو. سوڪيءَ جا ماڻهو راڳ جا شوقين هئا.

"ڪيٽي بندر ۾ هر سال ميلو لڳندو هو، اُتي اِهي سڀئي ڳائڻا ايندا هئا. ڪيٽي بندر تي وڏا ملاڪڙا لڳندا هئا. سنڌ جا بندر آباد هوندا هئا. مون پنهنجي سانپر ۾ چار بندر گاهہ ڏٺم. ڪيٽي بندر، شاهہ بندر، ڪاروڇاڻ ۽ سوڪي بندر گاهہ ڏٺا هئا. هاڻي اهو زمانو اڪيون ڏسنديون الائجي تہ،" ناٿو شولاٽي بندر گاهَن جي ڳالهہ ڪندي، ٿڌا ساهہ ڀريندو رهيو. اسين سنڌ جي انهن جاين تي هلياسين، گهمياسين ۽ ڦرياسين. هير اِهي پَٽَ اُجڙيا پيا آهن. شاهہ بندر، ڪيٽي بندر ۽ ڪاروڇاڻ بندر ڦٽي ويا آهن. سوڪي ڦٽي ويو، هاءِ

گهوڙا، سنڌ جي سونهن ڪي سونتو هَنيو ويو. هاڻ اسين اُج سان ٿا مَرون، پاڻي آهي ڪو نه، هي پٽ ڪٽان آباد ٿين. هر وقت اها اندر ۾ ڳڻتي ڳارينڌي رهندي آهي.

مِڪي (مون کي) جوانيءَ جو هڪ واقعو ياد آچي پيو. دبو درياهه جنهن هنڌان سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو. اُتي رات جي وقت سامونڊي تيز لَهرَ اُٿي هئي. درياهه منجهه هلندڙ پيڙيءَ کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري هلي وئي، پيڙيءَ منجهه هڪ ننڍڙي ڇوڪري هُئي، جيڪا ڪنڌيءَ وارن وڻن ۾ ڦاسي هئي. پيڙيءَ مان جيڪي ماڻ پاڻي ۾ ڪري پيا، سي ترندا اچي پنهنجي جان بچائي ڪنڌيءَ تي آيا. انهن ڇوڪريءَ کي ڏٺو جيڪا وڻن جي ٽارن منجهه ڦاسي پئي هئي. پوءِ اُن کي ڪنيائون تہ ساهہ هوس، اُها ڇوڪري جوان ٿي ۽ شادي ڪيائين، اُن جي اولاد ڏٺي، سندس اولاد جي بہ اولاد ڏٺي، ٿورو عرصو اڳ گذاري وئي آهي.

سوڪي جو شهر ڪنهن گهَڙي ياد ايندو آهي تہ پوءِ مائي ڀاڳي، سليمان شاهہ جا ڪلام ياد ايندا آهن. ڇو تہ انهن کي اتي ڳائيندي مون ڏٺو هو.

پوءِ ناٿو شولاڻي چيئرمين موڪلائي ويو، ڪچهريءَ ۾ ويٺل ناڪئو گل محمد، سڀ هليا ويا. باقر خان چيو، اُتو تہ پرپاسي ۾ مرگهر دوست عبدالله مرگهر، شفيع محمد مرگهر رهن ٿا، انهن وٽ هلون ٿا. ڳوٺ مور چڏائي جي ٻاهران ”ڪورا“ هَجَن، جنهن کي گول ننڍڙا ننڍڙا سوراخ، ڇئن پاسن کان هئا. اُنهن سوراخن جي وٿيءَ مان دونهون ٻاهر آچي رهيو. جيئن ڪو موالي چَرس جو سوٽو هٽي نڪ مان دونهون ڪيندو آهي. ائين ڪوري جي سوراخ مان دونهون نڪري رهيو هو، اُهي ڪورا پنانڻ جا هئا.

اسين مور چڏائي ڳوٺ کان نڪري ڪچي رستي تان هلندي اچي پڪي روڊ تي چڙهياسين. هي روڊ ڪاروڇاڻ وڃي رهيو هو. ڪجهہ منٽن کانپوءِ رستي تي لوهہ جو بورڊ لڳل هيو. جنهن تي وڏن اکرن ۾ لکيل هيو. ”ڳوٺ حاجي بخش علي مرگهر بلوچ،“ کبي هٿ تي موٽرسائيڪل کي موڙي هلندا رهياسين، ڳوٺ جي ٻاهران ڇَنن مَنهن وارا گهر هئا. ڪچي رستي تان هلندين مسجد جي پاسي هڪ پڪو بنگلو هيو. بنگلي جي اڳيان گهاٽا ڊگها وڻ انهن وڻن جي گهاٽي ڇانورن جي هيٺان پلاسٽڪ جون ڪرسيون رکيل

هيون. باقر خان مروا وڻ جي هيٺان موٽرسائيڪل کي بيهاريو، بنگلي جو دروازو کليل هيو. اسين در تي پهتاسين تہ سامهون هڪ همراھ پٽ کي ٽيڪ ڏئي سگريٽ ڇڪي رهيو هو، اسان کي ڏسي اٿيو، هٿ ملائڻ کانپوءِ ڪچهري ٿي، هڪٻئي کان حال احوال پڇڻ لڳاسين. باقر خان چيو.

رئيس حاجي علي بخش مرگهر جو وڏو پٽ رئيس حاجي احمد خان 2001ع کان 2009ع تائين ناظم يونين ڪائونسل تعلقو ڪاروچاڻ جو بہ پيرا ناظم ٿي چڪو آهي. ايتري ۾ ٻيا دوست بہ اچي ڪچهري ۾ شامل ٿيا. سائين شفيع مُرگهر بلوچ، محمد يوسف مُرگهر بلوچ، باقر خان مرواھ بلوچ، سائين شفيع محمد مُرگهر بلوچ، سوڪيءَ جي باري ۾ ٻڌايو تہ سوڪي "پل ٽِلائي" جو شهر هو، سوڪي هنن پٽن، ماڳن، ڇاڙن ۽ ڍورن جي سونهن وارو شهر هو، سوڪي شهر ۽ بندرگاھ سان، سامونڊي ننڍڙا ترَ، ڳوٺ وَسنديون آباد هونديون هُيون.

رئيس حاجي احمد علي مُرگهر بلوچ ڳوٺ جي باري ۾ ٻڌائڻ لڳو، 1965ع ڌاري علائقو آباد هو. اسين اتي رهندا هئاسين، منهنجي والد رئيس علي بخش مرگهر بلوچ 1963ع ۾ جتي هينئر ويٺا آهيون، هي علائقو ديھ دولو شولاٽي ۾ زمين ورتي هُئي. هيءُ علائقو برساتن ۽ سنڌو درياھ تي آباد ٿيندو هو. اُنهن ڏينهن ۾ ٻئراج ڪونہ هئا. اسين سڀئي ڏُريءَ جو ڳوٺ آباد علائقو ڇڏي هن پٽَ تي اچي ويناسين. ڪُل ڇهہ گهر هُئاسين، هن ڳوٺ جي اتر طرف ۾ ڦِٽو درياھ وهندو هو. جيڪو سنڌو درياھَ جي شاخ هو. ڦِٽو درياھ اڳتي هلندو ديھ جهالو وتان قلندري درياھ جي نالي سان سڏجڻ لڳي ٿو. قلندري درياھ ڪيٽي بندرگاھ کان اڳتي هلندو وڃي سَمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندو هو.

هي ڳوٺ ميداني علائقو هو ماڻهن جي اچ وڃ تمام گهٽ هوندي هئي. ڏينهن جو بگهڙ هوندا هئا. هي اهو وقت هو، جڏهن 1965ع جنگ لڳي هئي، اسين وڻن ۾ لڪي، ڪَڏن ۾ ويهي پناھ وٺندا هُئاسين. اسين جڏهن ٻهارا شهر ويندا هئاسين تہ اوچتو درياھ ٽپي ٻهارن ۾ داخل ٿيندا هئاسين. ٻهارا وٽ سرڪاري گاڏيون جيڪي اسٽيٽ بينڪ ڪراچي کان اينديون هُيون.

پوءِ اچ وڃ جي سهولتن ۾ اضافو ٿيو. ڪيڪڙا گاڏي ٻهارا کان ٽِڪو

ڳوٺ تائين ويندي هُئي، پوءِ ٽِکو ڳوٺ کان ٻاهِيو ڳوٺ ۾ سڄڻ واري تائين هلندا هُئا. ٻهارا شهر منجهہ قاضي رهندا هُئا. اُهي کيگڙا اُنهن جا هئا 1971ع کان پوءِ اسان جي ڳوٺ پرسان ٻيا ڳوٺ بہ آباد ٿيا. 1974ع ۾ اندو شاخ ۾ اضافو ٿيو، هيءَ شاخ اسان جي ڳوٺ کان اڳتي وڏي وئي، اندو شاخ مان دارسي شاخ نڪتي هُئي. هڪ ڪار بنگلي جي در وٽ اچي بيهي رهي، ان مان بہ ماڻهو هيٺ لٿا، جن جو تعارف شفيع محمد مرگهر ڪرائيندي چيو، ادا! هي عبدالحفيظ ملاح ڪائونسلر آهي. رات جو دير تائين ڪچهري هلندي رهي، شففيع محمد مرگهر شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جو شعر پڙهيو.

ڀڳَ پاسي گهارِ، آيلِ! سامُونڊيُن جي؛
وڃهي جِيُ جَنجارِ، جِمَ وَجَنِئِي اوهِرِي.
(سر سامونڊي)

مانَ پُڇَنِئِي سُپِرِين، چِتان لاهِ مَ چَرُ؛
اُنِين جا آمُرَ، ڪَڻُ تہ خالي نہ ٿئين.
(سر سريراڳ)

عبدالله مرگهر ڏاڍي سريلي آواز سان ڪچهري وارن کي لطيف سرڪار جا شعر ٻڌايا. ان کانپوءِ يوسف مرگهر سر گهاتو مان بہ شعر ٻڌايا.

گهنگهرِيا گهڻَ چارَ، موڙهِي مَتِ مَهائِيين؛
وِيا گَڏِجِي وِيرِ ۾، پِيا مُنهِن مَهراڻ؛
اڳيان پويان تارَ، وِيا ويچارَنِ وِسري.

ماڪَ پچايِن مولِهيا، متانِ راتِ پئي؛
اوليون اُجَهڻَ لڳيون، وِيا وَنجَهہ وَهِي؛
ڪَلاچيان کَهي، ڪَڏهِن ڪونہ آئِيو.
(سر گهاتو)

جيئن تہ رات گهٽي ٿي وئي هئي، ڪچهري ۾ ويٺل رئيس حاجي احمد علي خان مرگهر ٿورو اڳ سيٺي کان اڳ موڪلائي گهر وڃي رهيو هو ۽ هاڻ ٻيا ڪچهري وارا ويٺل دوست بہ موڪلائي هليا ويا.

صبح جو سوير اُٿي تيار ٿي، نيرن ڪئي، باقر خان کي واپس مور چڏائي ڳوٺ وڃڻو هو، سو موڪلائي هليو ويو. ادا يوسف مرگهر ٻڌايو تہ ڳوٺ مان ڳاڙهو شهر تائين ڊاٽسن وڃي ٿي، اُها ڪجهہ وقت ڀڳهاڻ شهر ۾ بيهندي پوءِ ڳاڙهو شهر ويندي، مان تيار ٿي وينس. سائين شفيع مرگهر بلوچ آيو، ايتري ۾ جاءِ جي پاسي کان ڊاٽسن اچي بيٺي، جنهن جي پٺيان ڪجهہ ماڻهو ويٺا هئا. ادا شفيع ڊاٽسن جي پٺيان (ڪُڻ) ڏانهن هليو ويو، ڊرائيور جي پاسي ۾ هڪ ماڻهو جي جاءِ خالي هئي، ڊرائيور دروازو کولي آواز ڏنو، ادا اچو.

اڳيان هڪ ماڻهو ويٺو هو، تنهن هٿ ملايو ۽ پنهنجو نالو علي بخش مُرگهر ٻڌايو. ڳوٺ علي بخش مرگهر بلوچ کان ڊاٽسن هلڻ لڳي، جڏهن ڀڳهاڻ ۽ ڪاروڇاڻ روڊ تي چڙهي تہ ڪجهہ ماڻهو بيٺل هئا. اهي ڊاٽسن جي ڪُڻ (پٺيان) ۾ چڙهيا. ڊرائيور پنهنجو نالو عبدالرحمان مُرگهر بلوچ ٻڌايو. اُن وقت صبح جا سوا ست ٿيا هئا. ڊاٽسن رستي مان ماڻهن کي کڻندي، لاهيندي جنگي سَر روڊ تي اچي پوءِ ڀڳهاڻ شهر ۾ داخل ٿي. شهر جي مين روڊ تي بيهي رهي ماڻهو سڀ هيٺ لٿا.

ڊرائيور عبدالرحمان مرگهر چيو.

ادا، توهان ڀڳهاڻ ۾ ويهو، اسين ميت مان ٿي اچون ٿا. پوءِ ڳاڙهو هلنداسين آءٌ ڊاٽسن مان هيٺ لهي بيهي رهيس، پاسي ۾ محبوب هوٽل هو، اُتي چانهہ پيئڻ جو خيال آيو.

پوءِ هوٽل ڏي ويس، اتي ڪاٺ جا وڏا صندل پيا هجن. جن جي مٿان ڳاڙها ڪپڙا لڳل هئا. اُن صندل جي پاسي ۾ سبزي ۽ ميون جو دڪان هو. نوجوان ڇوڪرو گاڏي تي رکيل سامان کي ٺاهي رهيو هو. اُن جي پاسي ۾ پيو همراهہ ڪپڙي سان گاڏي تي رکيل ميوون کي صاف ڪندو ٿي رهيو. مان انهن کي سلام ڪري پاسي واري صندل تي ويهي رهيس. ايتري ۾ بيرو پاڻي جو گلاس ۽ چانهہ کڻي آيو، بيري چيو، هي چانهہ شبير ميمڻ توهان جي لاءِ ڏني آهي.

پوءِ اُتي اُن جو شڪريو ادا ڪيو، ايتري ۾ شبير ميمڻ اچي صندل تي ويٺو، پر هن جي نگاهہ گاڏي تي سامان ۽ گراهڪن ۾ هئي. پوءِ بشير ميمڻ چيو، "گاڏي وٽ بيٺل نوجوان جيڪو ميون ۽ ڀاڄين کي ڪپڙي سان صاف

ڪري رهيو هو. اهو منهنجو وڏو ڀاءُ آهي. اسين ميمڻ آهيون. سامونڊي پٽيءَ ۾ "جوهو" ننڍڙو شهر آهي. هن ڳوٺ ۾ ميمڻ گهڻا رهندا آهن ۽ ٻين ذاتين جا ماڻهو ٻه رهندا آهن. ڪجهه ماڻهو هَتَ متي ڪٽي شبير جي ڀاءُ کي اشارو ڪري هليا ويا، شبير جو ڀاءُ هَٽ وارو ڪپڙو رکي آيو. ڀاءُ کي چوڻ لڳو، "ٻه ماڻهو گُذريا آهن. جيڪو هتي گذريو آ، اُن کي نَوين(9:00) وڳي ڪٽندا ۽ پيو ٻه ڪلوميٽر پري گذريو آ، اُن کي ڏهين وڳي ڪٽندا، "سو آءُ وڃان پيو" پوءِ شبير ميمڻ جو ڀاءُ هليو ويو، چانهه پيئڻ ڪانپوءِ شبير ميمڻ ٻڌايو تہ ٻہ ماڻهو مري ويا آهن، هڪڙو ويجهو آهي، پيو پرئين ڳوٺ ۾ آهي. منهنجو ڀاءُ انهن جي ميت ۾ وڃي پيو." ائين چئي شبير اُٿيو، سامهون گراهڪ ڏانهن وڌي ويو.

ڪلاڪن کن ڪانپوءِ عبدالرحمان مرگهر جي ڊاٽسن هوٽل جي سامهون بيٺي، هُن اشارو ڪيو. آءُ اٿي شبير ميمڻ کان موڪلائي ڊاٽسن ۾ ويٺس، پندرنهن منٽن ڪانپوءِ ڳاڙهو شهر ۾ خاصخيلي هوٽل جي پاسي ڊاٽسن بيهي رهي. عبدالرحمان کان موڪلائي هوٽل تي اچي ويٺس، پاسي ۾ مانڊٽي هئي. اُن کي موبائيل چارج ڪرڻ جي لاءِ ڏئي هوٽل ۾ وڃي ويٺس. ٻن ڪلاڪن ڪانپوءِ فون چارج ٿي، مانڊٽي واري کي ڏهہ روپيا ڏنا. ايتري ۾ هڪ سوزڪي مانڊٽي جي اڳيان بيهي رهي تنهن ۾ ويٺل ڊرائيور "ڪارو، ڪارو" چئي، ڪاروچاڻ جي لاءِ ماڻهن کي آواز ڏئي رهيو هو. آءُ وڌي اڳتي ويس ڊرائيور چيو.

ادا، اڳيان سامان پيو آهي، توهين کُڻ ڏي وڃو. ڪڻ جي معنيٰ پٺيان وڃو. پٺيان سوزڪي جي اڌ حصي ۾ سامان پيريل هيو. باقي حصي تي ماڻهو ويٺا هئا، مان چڙهي وبهي رهيس. پوڻين هڪ وڳي سوزڪي ڳاڙهو شهر مان هلي. مون فون تي الهڏنو خاصخيلي کيرواڻي کي ٻڌائي ڇڏيو هو.

سوزڪي هلندي آچي ٻگهاڙ جي مين روڊ تي المهراڻ شاپنگ سينٽر محمد عثمان ڪُڙمون. هي شاپنگ سينٽر جنگي سَر روڊ تي هو. اُن جاءِ وٽ بيهي رهي، ڊرائيور هيٺ لهي شاپنگ سينٽر جي دڪان ۾ هليو ويو. شاپنگ سينٽر جي سامهون ڪلمتي ايگريڪلچر اسٽور هيو. ڏهہ منٽ سوزڪي وارو اُتي بيهي رهيو، پوءِ آيو سوزڪي چالو ڪري جنگي سَر روڊ تي هلڻ لڳو. جنگي سَر روڊ تي سڄي طرف نور محمد عرف سعودي

پيروز اڻي بلوچ جيڪو ڪيڪڙو ڪُوڪا جو واپاري هو.

ڦاٽ درياهہ جي تڙ تي آياسين، اڃان پاتڻي آيو ڪو نہ هو، پوءِ چانهہ جو خيال ٿيو.

ڪاروڇاڻ جي تڙ تي ننڍڙي ڪاٺين جي ڇپري واري هوٽل هئي. اُن منجهہ آيس تہ سائين عبدالحفيظ ملاح ويٺو هيو، جنهن سان رات جو ڳوٺ علي بخش مُرگهر بلوچ ۾ ملاقات ٿي هئي. پوءِ سائين عبدالحفيظ هوٽل ۾ ويٺل پين ماڻهن جو تعارف ڪرايو، ايوب سهتو، عبدالحفيظ سمون، آمين ملاح، علي احمد پيروز اڻي جي هوٽل تي چانهہ ٺاهيندڙ جو نالو پير محمد شاهہ هو.

پتڻ تي هوڙو ڪُوڪا (جيت) ڪٽي آيو. اُن هوڙي ۾ سائين عبدالحفيظ ملاح پيا سڀ چڙهي هليا ويا. اهو هوڙو بلوچڻ جو هو. اسان ڪي ڪاروڇاڻ وڃڻو هو، پتڻ اڃان ڪو نہ آيو هو. هت پتڻ جي معنيٰ پيڙي وارو آهي، پيڙيءِ وارو اڃان ڪو نہ آيو هو، ڪاروڇاڻ وڃڻ وارا ماڻهو تڙ تي بيٺا پاتڻيءِ جو انتظار ڪن، اڌ ڪلاڪ ڪانپوءِ درياهہ منجهہ هوڙي ڏسڻ ۾ آيو، جيئن تڙ جي ويجهو ايندو ويو تہ هوڙي جي مشين (ٽنگ مشين) جو آواز هوا تي تيز ٿيندو آيو. ڪجهہ منٽن ڪانپوءِ هوڙو تڙ تي اچي بيٺو. اُن ڏانهن ماڻهو لهڻ لڳا.

هڪ ماڻهوءِ آواز ڏنو.

"يوسف پاتڻي آچي ويو، ڪاري جا ماڻهو هلو." آءُ هوٽل مان اُٿي تڙ تي هلڻ لڳس. هوڙي منجهہ ماڻهو سامان رکي رهيا هئا، جيڪي تڙ تي بيٺا هئا. انهن هوڙي منجهہ سامان رکيو تہ پاتڻي سڪاڻ (هوڙي جي پوئين حصي) تي اچڻ ڪان اڳ ناتاري ڪنئين جيڪا پاڻيءِ ۾ لڳل هئي. پوءِ سڪاڻ تي آيو ۽ موٽر چالو ڪئي تہ هوڙو ڦاٽ درياهہ منجهہ هلڻ لڳو. درياهہ جون لهرون پاڻيءِ جي ڇنڊ پيڙيءِ ۾ ويٺل ماڻهن جي مٿان وسائينديون رهيون هيون. جڻ اهي آيل ڪي ڪيڪار ڪنديون هُجن. هوڙو (پيڙي) پاڻيءِ جي لهرن تي لڏندو هلندو رهيو.

پاتڻي يوسف مشين ۾ ٻڌل ڏوري جيڪا هُن جي هٿ ۾ هئي اُها پير جي هيٺان ڏئي ڇڏي، قميص جي کيسي مان پُڙي ڪڍي، اُن کي کولي چورَي (گٽڪي) جي ڇپتي پري وات ۾ وڌي، چوري کي مٽ جي هڪ پاسي

۾ ڪَري پُڙي کي بند ڪري واپس ڪيسي ۾ وجهي ڇڏيائين. پوءِ پيير جي هيٺان مشين واري ڏور ڪٽي اُن کي ڇڪَ ڏني تہ ٽنگ مشين وڏو آواز ڪيو ۽ ٻيڙي تيزيءَ سان درياهہ مَنجهہ هلڻ لڳي. ڪنهن وقت پينگهہ جيان لوڏا کائيندي، آسيري پاسيري ٽيندي هلندي رَهي. جڏهن ڪاروڇاڻ واري ڪَنڌي ويجهو آئي تہ پاتڻي مشين جي ڏور کي ڍَرو ڪَيو تہ مشين جو آواز جَهڪو ٿيندو ويو. ٻيڙيءَ جي مُهري ڪنڌيءَ سان لڳي. مشين بند ٿي وئي. سڪاڻ وارو پاسو ڦري آيو. اهو بہ ڪنڌيءَ سان لڳو بيٺو پاتڻي ناتاري هڻئين تہ ٻيڙي بيهي رهي، پاتڻي ٻيڙيءَ وارن ڪان ٻاڙو ونڻ لڳو، مان ٻيڙيءَ مان هيٺ لَٿس ۽ پاتڻي کي ٽيهہ روپيا ڏنا. تَڙَ تي گڏهہ گاڏي وارو بيٺو هيو. ستار ڪتي اُن ۾ سامان رکي رهيو هو.

شُڪيءَ تي ٽي هوڙا بيٺا هُجن، ستار ڪتي آواز ڏنو.

ادا، ٿيلهو گڏهہ گاڏي منجهہ رکو، آچو تہ هلون.

مون ٿيلهو گاڏي ۾ رکيو پوءِ آءٌ ۽ ستار گڏهہ گاڏي سان گڏ هلڻ لڳاسين، ڪلراٺي زمين هئي، پَٽَ تي لاٽن جون وَٽيون هُجن، ستار ڪتي پُڇيو.

ادا.... ڪاري منجهہ ڪنهن وَٽ ويندا...؟

الهڏنو ڪيرواٽي خاصخيلي وَٽ ويندس.؟

پندرنهن منٽن کانپوءِ ڪارو ڇاڻ شهر ۾ داخل ٿياسين، سڄي هٽ تي هوٽل ماڻهن سان ڀريل هجي، هوٽل ۾ فلم هلي رهي هئي. هوٽل جي ٻاهران ماڻهو چانهہ پي رهيا هئا. آءٌ گڏهہ گاڏي واري سان هوٽل ڪان اڳتي هليو ويس، مون ڪنڌ ورايو تہ ستار هوٽل وَٽ بيٺو هو، هُن مون کي آواز ڏنو ۽ چيائين:

ادا..... الهڏنو خاصخيلي هوٽل مَنجهہ آهي؟

آءٌ گاڏي مان ٿيلهو ڪٽي واپس موٽيس تہ الهڏنو ڪيرواٽي خاصخيلي هوٽل ڪان ٻاهر آيو، اسين ملياسين، ستار ڪتيءَ کي چيو:

ادا مهرباني.

الهڏنو خاصخيلي ۽ آءٌ ڪاروڇاڻ جي بازار ڏانهن هلڻ لڳاسين، بازار ۾ اُها رونق ڪونہ هئي جيڪا ڪجهہ سال اڳ ڏٺي هئي. هڪ دڪان ۾ داخل ٿياسين، اُتي ويٺل ماڻهو سِڪَ سان مليا. ڪاٺ جو وڏو صندل پيو

هُجي. هڪ همراهہ اشارو ڪري آواز ڏنو. "ادا! ٻاجهت تي ويهو" پوءِ آءُ صندل تي ويهي رهيس، اُن وقت شام جا چار پنجويهہ (4:25) ٿيا هُئا. الهڏنو خاصخيلي دڪان ۾ ويٺل ماڻهن جو تعارف ڪرائڻ لڳو. هڪ جهوني ماڻهو هٿَ جو اشارو ڪَري چپ رهڻ لاءِ چيس، پوءِ اهو ماڻهو پاڻ تعارف ڪرائڻ لڳو.

ادا، منهنجو نالو الله ڏنو ڪتي ولد محمد ڪتي عمر ستر سال آهي. پوءِ هڪ نوجوان ڏي اشارو ڪري چيو، عبدالقادر پٽ الهڏنو ڪتي، اُن ڪانپوءِ ٻين ويٺلن پنهنجو پاڻ تعارف ڪرايو. عبدالرشيد، الهڏنو خاصخيلي، فضل حُسين ڪتي ولد الهڏنو ڪتي، غلام مُرتضيٰ عرف ابولي ڪتي محمد شريف بلوچ، الهڏنو ولد مصري ميربحر ڪاروچاڻ.

الهڏنو خاصخيلي سيني کي منهنجي اچڻ ۽ ڪم بابت ٻڌائي ڇڏيو هيو، الهڏنو ميربحر پٽ مصري ميربحر صندل تي اچي ويهي چيو.
"ادا! خوش آهيو. ڏاڍي خوشي ٿي جو ڪاروچاڻ ۾ آيا آهيو."

### الهڏنو ميربحر ڪاروچاڻ ڪڇهري وارن کي پنهنجي ڳالهہ ٻڌائڻ لڳو

آءُ ننڍڙو هوس، سوکي گهمڻ ويندو هوس، اُتي سوکيءَ جي بازار ۾ عيدڙو مُهاڻي جي هوٽل هُئي. آبو هنگورو جنهن کي آبو موالي بہ سڏيندا هئا. اُن جي هوٽل ۽ مٺائي جو دڪان هو. بازار ۾ ماڻهن جو ميلو مَتل هوندو هو، مَرد ۽ ننڍڙا ٻار گڏ هلندا، سودو سامان وٺندا هئا. اُن زماني ۾ هوٽلن تي فوني وارا رڪارڊ وڄندا هئا. اُسين اهي رڪارڊ شوق سان ٻُڌڻ ويندا هئاسين. انهن رڪارڊن تي سنڌي ڪلام ۽ گانا هلندا هئا.

سوکيءَ ۾ "سونا" بازار هُئي، اُن بازار ۾ ماڻهو سون جون لٽيون ٺهرائڻ ۽ وٺڻ ايندا هُئا.

سوکيءَ ۾ سارين جي 200 هارس پاور جي مشين هُئي. جتي ڇڙَ، پيس ۽ ڏرائي ٿيندي هُئي. آءُ ننڍو هوس سوکيءَ ۾ گهمڻ، شيون کائڻ ۾ مَزو ايندو هو ۽ سارين جي مشين کي ڏسڻ ويندو هوس، اُها ڪيئن پئي اُن ڇڙي ۽ پيهي ٿي. جڏهن بہ سوکيءَ ويندو هوس اها مشين ضرور ڏسندو هوس. هونئن بہ ٻار کي هر نئين شئي کي هر هر ڏسڻ جي عادت هوندي آهي.
سوکيءَ مُنجهہ ڪنڀار هُئا، اُهي ٺَڪر جا ٿانوَ ناهيندا هئا. ميرواهہ،

درياهہ تي ڏکڻ طرف سوکي بندر گاهہ هو. درياهہ ميرواهہ جو پاتڻي ٻيڙي هلائڻ وارو پتڻ اڪارڻ وارو منهنجو سئوٽ "عالي پاتڻي" هوندو هو. اُن سان ٻہ سوکي شهر گھمڻ ويندو هوس. سوکي بندر گاهہ کان هڪ ڪلوميٽر سوکيءَ جو شهر هو. بندر گاهہ کان ماڻهو شهر تائين پنڌ ايندا ويندا هئا. واپارين جو مال ڍوئڻ جي لاءِ بندر گاهہ تي بيل گاڏيون جيڪي رات ڏينهن واپارين جو مال ڍوئيندو، سوکي شهر ۾ لاهينديون، وري سوکي مان ٻيو مال ٻيري بندر گاهہ تي اينديون وينديون هيون. بندر تي ماڻهن جي رش ۽ بيل گاڏيون سدائين بيٺيون هونديون هيون.

ماڻهو بيل گاڏين (ڏاند گاڏين) ۾ چڙهي سوکي ايندا هئا. سوکي ۾ اسان جو گھر بہ هو. اُتي پاسي کان اسان جي مائٽن جا گھر بہ هئا. جن جا نالا ياد آهن، جمعو ميربحر، رکيو ميربحر، اِهي ٻئي پائر هئا.

عالي ميربحر پاتڻي، عالي ميربحر پاتڻي جو پٽ مُحمد جو گھر بہ سوکيءَ ۾ هو. پاڙي منجهہ ٻيون برادريون رهنديون هيون. ڪاروچاڻ ۽ سوکيءَ جا ماڻهو ايندا ويندا هئا. ڪيترن ماڻهن جا پنهنجي بندر گاهن تي گھر هوندا هئا. دڪان ۾ هر ڪو ويٺو ڏيان سان قصو ٻڌي پيو.

## سائين الهڏنو ڪتي ولد محمد ڪتي ڪاروچاڻ

ڪچهريءَ ۾ سائين الهڏنو ڪتي ڪي خاص ڳالهيون ٻڌايون. منهنجي پيدائش 7 جولاءِ 1948ع ۾ آهي، لڳ ڀڳ اُن وقت منهنجي عمر پنج سال هُئي. جڏهن منهنجي مامي جي شادي ٿيڻي هُئي. اسان جو عزيز رشتيدار حاجي خميسو ڪتي، جنهن کي اسان شاديءَ جي دعوت ڏيڻ جي لاءِ سوکي وياسين. منهنجي نانيءَ ۽ نانو برادري روايت سان دعوت ڏيڻ خاطر بيلَ گاڏيءَ ۾ (ڏاند گاڏي) تي چڙهي، تڏهن اهو پاسو سُڪل هوندو هو. ڪاروچاڻ کان ميرواهہ تائين، ڪو ڍورو يا ڍوري بہ ڪا نہ هوندي هئي. اسان بيل گاڏي کي ميرواهہ پتڻ تي بيهاري، اُتان اسان پَتڻ پار ڪيو تہ اسان جي مائٽن اُن پتڻ تائين بيل گاڏي موڪلي هُئي. جنهن ۾ اسين چڙهي سوکي شهر ۾ پهتاسين. جيڪو الهڏنو ميربحر چيو آهي، اَبو مٺائي جو دُڪان حاجي خميسي جي دڪان جي ڪاچيلي (ڏکڻ طرف) ۾ هو. آءُ ننڍو هوس، مون اُن وقت سوکيءَ جو نظارو ڪَيو... هَر دڪان جو تلهو مٿي ناهيل هوندو

هو. واحد سوڪيءَ شهر ۾ دڪان زمين تي ٺهيل هُئا.

رات جو گهر ۾ سُمهڻ جي ڪوشش ڪئي، ننڍيو چار سال جو ٻار هوس، اُن وقت مون کي شور ٻڌڻ ۾ آيو. مون نانيءَ کي چيو:
ناني! آءٌ سُمهي نہ ٿو سگهان، هي شور ڇا جو آهي؟

ابا.... پاسي ۾ هَنجَ پکي ۽ ٻيا پکي تن جا آواز آهن، ابا... ماٺ ڪري سُمهي رَهُہ، پر اڄ تائين رات جي وقت ۾ اُهي آواز منهنجن ڪنن ۾ گونجندا آهن. اُن آواز کي 65 سالن ۾ بہ وساري ڪو نہ سگهيو آهيان.

اسان پنهنجي مائٽ حاجي خميسو ڪتيءَ کي دعوت ڏني، ٻئي ڏينهن تي ڪاروڇاڻ واپس آياسين.

59 -1958 ع ۾ آءٌ ڪاري ۾ قرآن پاڪ پڙهندو هوس، اسان سڀني کي سوڪيءَ گهمڻ جو ارادو ٿيو. مون سان گڏ مدرسي جا ٻيا شاگرد هئا. اهو ئي عالي پاتڻي اسان کي اُڪاري پارِ ڪَيو، اڳيان خالي ميدان ڏسڻ ۾ آيا، جتي اڳي گهر ڏٺا هُيم، هاڻ اُهي ميدان هئا.

اُتي رولو ڪتا هئا، جن اسان تي حملو ڪيو، اسان وٽ لٺيو ۽ بانٺا هئا. ڪتن کي ڀڄائي ڪڍيوسين. ان وقت سوڪي ڦٽندو ٿي ويو، جيڪو اڳي واڻين جي وقت ۾ سوڪي سُهڻي ڪنوار جيان لڳندي هئي، هينئر اها سوڪي نہ هئي. اتي خالي ابو جي هوٽل ۽ ٿوري منائي رکيل ڏسڻ ۾ آئي، جتان اسان منائي ورتي سون، وري واپس ڪاروڇاڻ آياسين. ٻر پري پري ڪُجهہ گهر ڏسڻ ۾ آيا هئا، ڪڏهن ڪڏهن سوچيندو آهيان تہ سُڪن پريو شهر سوڪي ڪيئن ڦٽو آ.

سوڪيءَ ۾ ڪسٽم آفيس پڻ هئي. جيڪو سامان سوڪي مان هندستان ويندو هو. اُن جي ٽيڪس آفيس ۾ ڀري پوءِ هندستان مال موڪليندا هُئا. انهي سان گڏ هڪ محال آفيس بہ هئي، محالڪاري سائين جمن شاهہ سيد محال ڪاري اُتي جو هو. ان سان گڏ اُتي ٽپال ڪاتو هو. جيڪو ٽي ڏينهن ڪانپوءِ ڪيٽي بندر کان محمد ٽپالي، ٽپال کڻي ايندو هو. اهو ئي اُن ڏينهن تي سوڪيءَ جي ٽپال واپس ڪيٽي بندر کڻي ويندو هو.

1977 ع ۾ جڏهن ڪارو ڇاڻ تعلقو ٿيو تہ ان جي آفيس مسواڙ تي هئي، سوڪيءَ ۾ جيڪي سرڪاري آفيسون هُيون، اهي سڀئي ڪاروڇاڻ شهر ۾ قائم ڪيون ويون هيون. جنهن ۾ مختيارڪار جي آفيس محمد ڪتيءَ

نئين بازار ٺهرائي هُئي، اُن جا ڪمرا خالي پيل هئا. جيڪي سوڪي شهر جا آفيسر ڪاروڇاڻ ۾ اچڻ سان اُهي خالي جايون ڏسڻ سان پسند ڪيائون، اُتي ئي آفيسون کوليائون.“

الهڏنو ڪتيءَ جي دڪان تي ڪچهري ٿي، سج لهڻ ۾ ڪجهه وقت هو ته دڪان بند ٿيڻ لڳا، الهڏنو به دڪان بند ڪرڻ لڳو. پوءِ سڀئي اُٿياسين ۽ هڪٻئي کان موڪلايوسين، الهڏنو ڪيرواٽي خاصخيلي چيو:

”ادا! مِي جو سئوٽ موٽرسائيڪل ڪاهي آيو آهي. ڪاروڇاڻ کان ادائي ميل پري اسان جو ڳوٺ علي ڪيرواٽي آهي. جيڪو ڪاروڇاڻ ۽ سوڪي شهر جي وِچ تي آهي.“ پوءِ موٽرسائيڪل تي ٽئي جڻا روانه ٿياسين. ڪاروڇاڻ کان ٻاهر سڏ پنڌ تي پٿرن جي جاءِ ٺهيل هئي، جنهن جا در دروازا ڪو نه هئا. ڪنهن هنڌان پت جا وڏا پٿر نڪتل هئا. الهڏنو ڪيرواٽي خاصخيلي ٻڌايو. اها جُهريل جاءِ ڏسو پيا، ڪنهن وقت مختيارڪار جي آفيس ۽ ٿاڻو هو. پيا ڪيترائي ڪمرا هُئا، جنهن ۾ پوليس جو عملو رهندو هو. هينئر اُهي سڀ جايون ڊهي پَٽَ تي ويون آهن، صرف اِهي به ڪمرا بيٺل آهن. ڪاروڇاڻ ۽ پرپاسي ۾ رهندڙ ماڻهن جا ڪيس ميجسٽريٽ هلائيندو هو. ڪاروڇاڻ ۾ پوسٽ آفيس ۽ هسپتال هوندي هُئي. هاڻ انهن جاين جا نشان آهن. هاڻ ڪاروڇاڻ ڦٽندو وڃي پيو، ايندڙ سالن ۾ بلڪل ڦٽي ويندو. جيڪڏهن پاڻي آيو ته پوءِ ڪارو ڪلي پوندو. موٽرسائيڪل تي پڪي جاءِ کان گذري اڳتي هلندا وياسين، رستو واريا سو هو، چؤڦير ڪلراٺي زمين، ڪٿي ڪٿي سُڪل وڻ ڏسڻ ۾ آيا ٿي. زمين تي لاٽن جو وليون هيون، انهن لاٽن ۾ چار جا وڻ هُئا. ڪنهن وقت موٽرسائيڪل جَهڪي ڪرٽي ٿي پئي. جنهن طرف نظر ڦيرائي ڏٺو ته لاٽا، چاريون (وڻ جو قسم) لَيون، ديوين جا وڻ، ڪٿي ڪٿي ٻير جا وڻ نظر آيا ٿي.

هاڻ اسين ڪاروڇاڻ ۽ سوڪيءَ بندرگاهه جي وچ تي هياسين، اولهه جي ڪنڊ ۾ سج جي لالاڻ جهڪي ٿيندي وئي. چئني پاسن کان اونده گهيرو ڪري وئي، لاٽن منجهان سنهڙن جيتن جا آواز ٿي آيا. رستو واريا سو ڪَچو رهيو. الهڏنو جو سئوٽ موٽرسائيڪل آهستي هلائي رهيو هو. مون وقت ڏٺو ته اڌ ڪلاڪ ٿي چڪو هو، سامهون وڏي خالي تلاءُ هو. جنهن جي بند تي ڪٽ پئي هُئي، ان تي هنڌ وڇايل هيو. موٽرسائيڪل ڪٽ جي پاسي

وَٽ بيهي رهي، اسين هيٺ لٿاسين. الهڏنو ڪيرواٽي چيو. هي پنهنجو ڳوٺ آهي، ڪجهه وکن تي اسان جا گهر آهن. رستي ۾ ڪيترائي سُڪل ڍورا ڏسڻ ۾ آيا هئا. اُنهن جا نالا ٻڌايان ٿو.

رستي ۾ پنج واهڙ (ڍورا) هئا، اسين ڍوري کي واهڙ به چوندا آهيون.

1. حاجي رحمت الله جو واهڙ
2. صدر وارو واهه
3. جمو سليمان جو واهه
4. الياس سمون جو واهه
5. محمد علي گبو ڳاڙهائي واهه
6. ڪمن گبي جو واهه
7. واڍي وارو واهه
8. پينگهر نالي وارو واهه
9. ميڙائو ماليو جو واهه
10. سيٺ مصري ڪتي جو واهه
11. درگاهه متارو شاهه جو واهه
12. ٻتڙيا واهه
13. ديوان منگل مل جو واهه

الهڏنو خاصخيلي ڪيرواٽي ٻڌايو تہ:

جنهن هنڌ اسين ويٺا آهيون، هي علي ڪيرواٽي ڳوٺ آهي. هن ڳوٺ جي اوڀر ۾ مُنٽي درياهه ۽ ڳوٺ جي ڪاچيل (ڏکڻ طرف) ۾ ميرواهه درياهه آهن. سوڪي بندر گاهه، ميرواهه ۽ سنهڙي درياهن جي وچ ۾ هو. ايتري ۾ چار پنج نوجوان آيا، انهن جي هٿن ۾ هٿ بتيون هيون. اُهي ماني کڻي آيا هئا، پوءِ اسين ماني کائڻ ويناسين. مانيءَ کانپوءِ ڪچهري شروع ٿي، ڪچهريءَ ۾ هوت ولد احمد خاصخيلي، علي اڪبر ولد علي ڪيرواٽي، الهڏتو ولد علي ڪيرواٽي خاصخيلي آهستي آهستي ڪچهريءَ ۾ ٻيا بہ دوست شامل ٿيندا ويا.

هوت ولد محمد خاصخيلي ڪيرواٽي:

هن جي عمر ستر سال هُئي، ڪچهريءَ ۾ ويٺلن کي سوڪيءَ جي يادگيرين بابت ٻڌائڻ لڳو. آءٌ ڳوٺ کان نڪري، خواجہ جي ٻنيءَ کان تانگهہ

(ننڍو پاٽي) هوندو هو، اُتان اُڪري سوڪي شهر ويندو هوس. گهران اُڙد (گاهه جو قسم) ڪٽي اِها ڪپائڻ ويندو هوس. اُڙد گاهه جا ٻه قسم ٿين ٿا. ڪاري اُڙد ۽ سائي اُڙد، انهن ٻنهي گاهن کي ڪٽي ان مان ٻج ڪڍي سوڪيءَ وڪڻڻ ويندو هوس، اُتي آني ڪلو ڪپائيندو هوس.

.انهن پئسن يعني هڪ آني مان سوڪيءَ جي مٺائي کائيندو هوس.

عَلو مور جَهريو جي سوڪيءَ بازار ۾ هوٽل هوندي هئي. اُتي پاٽيءَ کان بغير نج کير ۾ چانهه ملندي هئي. ڏاڍي مزي واري واهه، واهه جو چانهه هئي. اُها شوق سان پيئڻ ويندو هوس. جنهن کي جا ماڻهو "سڪٽي چانهه" چوندا هئا، مٺائي کائي چانهه پي گهر موٽي ايندو هوس.

سوڪي شهر جي ڪاچيل (ڏکڻ طرف) ۾ مال جو وٿاڻ هو، اهو منهنجي مامي ڪاري جو هو. آءُ ۽ منهنجو وڏو ڀاءُ جنهن جو نالو "ساٿي" هو، اسين اُن وٿاڻ تي رهندا هُئاسين. اسين مينهن جي کير مان مکڻ ڪڍي، اُن مکڻ کي باهه تي رجائي صفا ڪنگٽي ڪري، پوءِ بازار منجهه وڪڻندا هئاسين. ڪنگٽي جي معنيٰ "صاف سترو" آهي. وٿاڻ تي اڪثر ڪدڙا فقير خير وٺڻ ايندا هئا. انهن سان مي جي دوستي ٿي وئي. اُنهن ۾ بابل ڪدڙو، اسماعيل ڪدڙو، شريفا ڪدڙو، ڀڳڙو ڪدڙو، حاجي ڪدڙو، مرزا ڪدڙو ۽ نازان ڪدڙو، اهي نالا ياد هُئا، گهڻا نالا وسري ويا آهن، سوڪيءَ ۾ فقيرن (ڪدڙن) جي ڏاڍي عزت هوندي هئي، سوڪيءَ ۾ ڪدڙن فقيرن جي مڙهي هوندي هئي. اُهي ڪدڙا فقير ڳائيندا بہ هُئا. شريفان ۽ نازا جا آواز ڏاڍا سريلا هوندا هئا.

سوڪيءَ جي ڪنهن گهر ۾ پُٽ جو اولاد ڄمندو هو. اُن جي ڀِنَ وٺندا هئا. پوءِ ڄمندڙ ڇوڪر جا چاچا، ماما، ماسيون، ماميون سي فقيرن کي گنديون ۽ مال، ڍور ڍڳا ۽ روڪ پئسا بہ ڏيندا ها.

علي ڪيرواٽي خاصخيلي جنهن جي نالي سان هيءَ ڳوٺ آهي، علي ڪيرواٽي خاصخيلي جي ڇوڪرن جا طهر هُئا. اُن جلال چانڊيو کي دعوت ڏئي هتي گهرايو هو. جلال چانڊيو کي ڏهه هزار روپيا ڏنا هئا، اُن کان علاوه تر جي ماڻهن جلال چانڊيو کي وڏو قرب، مانُ ۽ عزت ڏيڻ سان گڏ جهجو ڏوڪڙ پيسو ڏنو، تحفہ ڏنا، اهو ضياءَ الحق جو دور هو.

ڪاري ۽ سوڪيءَ ۾ ڪنهن بہ وڏي ماڻهو کي پيسو ڏوڪڙ وارو، يا هلندي پُڄندي ۽ سرنديءَ وارا ماڻهو پٽ ڄمڻ تي وڏي خوشي ڪندا ها،

وڏا راڳ ٿيندا ها. سوکي ۽ ڪارو ٻئي شهر خوشين جي ڇولين سان ڇُلڪي، اُٿلي پوندا هئا، فقيرن ۽ فنڪارن ۽ پهلوانن جا جاوا (ڏِوُ) ٿي ويندا ها.

اسين سڀاڄهڙيءَ ٻتن ۾ منو ڪچيءَ، مائي ڀاڳيءَ جا راڳ ٻُڌا. جن ماڻهن وٽ مال هوندو هو. اُنهن کي ڀاڳيا چيو ويندو آهي. سوکيءَ ۽ ڳوٺن ۾ اسان جي ڳوٺ علي ڪيرواٽيءَ ۾ "ڄَر پيندي هُئي" معنيٰ هَر روز مينهن ويامندي هُئي. هي ٻتَ ايڏا ڀلارا ۽ سڀاڄهڙا ٻٽ سون جيان چمڪندا، جرڪندا هئا."

جنهن هنڌ اسين ويٺا هئاسين، ان جي پاسي ۾ وڏو سڪل تلاءُ هجي، ان جي بندن جي پاسي ۾ گدڙن جي ٻاهڙ ٿي، هوت محمد ڪيرواٽي ان طرف نهاري، وري ڪنڌ لاڙي چوڻ لڳو.

"ادا! اڳي ايڏا سُهڻا ٻَتَ هُئا، هاڻ سامونڊي ٻتيءَ سوکي، سُڪ ٻري، سونا سنگ، ٻِنَ ڏيڻ واري ڪانهي ڪا، پوري سامونڊي ٻتي سُورن جي تؤُ ۾ سَڙي ويئي آهي. سُڪ ٻريا ماڳَ، سور جي ٻاهَہ ۾ سَڙي رک ٿي ويا. هاڻ هر طرف ڪاري پاڻيءَ واري ڪاري زمين، جتي ڀاڳين جا ڀاڳ وارا وٿاڻ، پکين جا پيارا آواز، ٻڌڻ ۾ ايندا هئا. هَير اُتي، لاٽن جون وَليون ۽ جار بيٺي هئي، رات جي وقت گدڙن جون آناهيون اچن ٿيون. انهن سوکيءَ وارن کي قصن ۽ ڏينهن کي سارينديءَ اندر اُڪڙيو پوي، "بَس ڪاري (سمنڊ جي پاڻي) ڦتايا ڪَيٽ اسان جا" کي ڳوٺ سوکي جي شهر جهڙو ڏيک ڏيندا ها، اُهي سڀ اُجڙي ويا. خالي ڪلراٺي زمين بچي آ، ڪو وقت اهڙو بہ اچي ويندو. اهي ٻتَ بہ پنهنجا نشان ڇڏي ويندا، جيئن ماضي وارن بندرگاهن جا نشان بہ نہ ٿا مِلن. اُهي سمنڊ جي پاڻيءَ ۾ هليا ويا. سي هي ٻتَ بہ ائين سمنڊ جي ڪاري پاڻيءَ ۾ گُم ٿي ويندا. هزارن ايڪڙن تي ٻڌل علائقو آباد هو، جنهن ۾ سوکي جو شهر هو ۽ وڏو بندرگاهہ، سي سَڀ سمنڊ جي پاڻيءَ ۾ ڍڪجي گم ٿي ويا. سنڌ جي ٻين بندرگاهن وانگر سوکي بندر جو نالو ڪتابن ۾ پڙهنداسين. هاڻ ڪڏهن سوکيءَ جي ٻتن کي ڏسندا آهيون، اندر ۾ سڏڪن جي اُٿل ٻٿل ٿيندي آهي. مٽڻي ۽ ميرواهہ درياهن مان هلندي اکيون سوکيءَ جي ٻَتن ڏانهن لڙي ويندڙيون آهن. بس ٿڌو ساهہ نڪري ويندو آهي. هاڻي سوکي جي شهر جي زمين جو ٿورو ٽُڪر سو بہ ڪلراٺو بچيو آهي، هاڻ اسين بہ لڏڻ جي سوچيون پيا.

”الھڏنو ڪيرواٽي خاصخيلي چيو، هاڻ هت رهڻ آهنجو ٿي پيو آهي. ساڪرو يا ڪنهن ٻئي تي سولي آبادي واري زمين ملي پوي ته اسين اوڏانهن هليا ويندا سين، انهي ءَ ڪوشش ۾ لڳا پيا آهيون.“

رات جو وقت هُجي، آسمان ۾ تمڪندڙ تارن کي ڏسي ڏاڍي خوشي ٿي رهي هئي، جيئن اڳي ڳوناٽيون عورتون رئي گندي ۽ چنري ۽ تي رنگين ستارا هٽنديون هيون، اهي ستارا چمڪندا تارن جهڙو ڏيک ڏيندا رهيا. آسمان جي جهولي ۽ منجهه ننڍڙا ۽ وڏڙا تارا ٽمڪي ۽ چمڪي رهيا هئا، ڪنهن وقت ۾ هي ٻئي به آسمان جي تارن جيان ڏيک ڏيندا هئا. وري پٽ تي نگاهه ڦيرائي ڏٺو ته، ڪلراٺي زمين جي جهولي ۽ تي لاٽن جون قليون، جن جي اندران سنهڙن جيتن جا آواز اچي رهيا هئا. بس پوءِ ڪنهن مهل آسمان ڪي ته ڪنهن مهل ڪاري پٽن کي ڏسندي اُداس ٿي ويس“.

ايتري ۾ هوت جو آواز آيو.

ادا، هاڻ رات جَهجي ٿي ويئي آ، منهنجو ڳوٺ ڀري آهي. منهنجي ڳوٺ جو نالو قبول خاصخيلي آهي، هاڻ سيني ڪان موڪلاٽي ڪريان پيو. ڪَچهري ۾ ويٺل رستم خاصخيلي ۽ کي هوت چيو:

رستم! مڪي لائيٽ ڏي، اوندهه لڳي پيئي آهي، وات تي نانگ چُرندا هوندا، سُڀاڻي لائيٽ واپس ڏئي ويندس. رستم جي هٿ ۾ ننڍڙي سيلن واري لائيٽ هئي، اُها هوت کي ڏنائين پوءِ ڪچهري ۽ مان سڀئي اٿيا.

الھڏنو ڪيرواٽي، رستم پٽ الھڏنو، مجيد پُٽ حاجي خاصخيلي، ابراهيم پُٽ حاجي، سلو پٽ حاجي، آمون پٽ حاجي، عيدو پٽ حاجي خاصخيلي، عثمان پٽ الھڏنو، سلطان پٽ الھڏنو، دلدار پُٽ الھڏنو، براد پٽ علي ڪيرواٽي، محمد پٽ براد، عيسو پٽ سومار خاصخيلي، عرس پٽ عيسيٰ خاصخيلي، موسيٰ پٽ عيسيٰ خاصخيلي، اُميد علي پٽ سومار سڀئي هليا ويا، علي اڪبر خاصخيلي ڪونه ويو. ٻئي تي تڏو وڇايل هيو، جتي ويهي ڪچهري ڪئي سون، علي اڪبر اُن تي هنڌ وڇائي سمهي رهيو.

صبح جو سوير سج ڪَني ڪَڍي ته اُٿيس، ايتري ۾ ڇوڪرو چانهه ماني ڪڻي آيو. ٻئي تي پاٽي ۽ جو پريل ڀڀولو (پلاسٽڪ جو ڊرم) خالي ٽامري (ديڳڙو) ٽولو (ڇَل) ۽ ٻاجَهت (ننڍڙي صندلي) پيا هئا، مان اُٿي ٻاجهت تي ويهي، ڀيولو مان ٿورو پاڻي ٽامري ۾ وڌو ۽ ٽولو مان پاڻي لاهي هٿ مُنهن

ڏوئڻ لڳس، ڪٽ جي سير انديءَ ڪان ٿوال پيو هو. هَٽ منهن ڏوئي تڏي تي آيس، علي اڪبر چانهه ڪوپ ۾ لاهي ڏني، ماني ڪائڻ ڪانپوءِ ڇوڪرو ٿانوَ کڻي ويو، اڪبر خاصخيلي اُتي گهر ڏي ويو. واپس ۾ هڪ بانٺو (لَٽَ) کڻي آيو، هن جا پير اگهاڙا هئا. هڪڙو ٻار ٻڪرين جا ڌڻ ڪاهيون پئي آيو، ٻڪرين جي اڳيان ۽ پاسن کان ڇيلڙا ڪُڏ ٽپنگ ۽ ٽپا ڏيندا لاٽن کي سگهندا چار جي وڻ وٽ آيا. ٻه ٻڪريون چار جي وَڻ تي چڙهي ويون. اُتي چار جا ساوا پَنَ ڪائي رهيون هيون، ڪي ٻڪريون لاٽن منجهه چرنديون اڳتي هلنديون ٿي رهيون. ڳوٺ جي ٻاهران سڪو تلاءُ هو، اُن جي بند تي ڪٽ رکيل هئي جنهن تي اسين ويٺا هئاسين، تلاءُ جي اُوپر ۾ مُتٽي درياهه هو.

علي اڪبر چيو:

هاڻ هَلو ته ڪاري هَلو، هنڌ بسترا پيولو، ٿولو، ٽامري ۽ ٻاجهٽ اُهي سڀ سامان ڇوڪرا ٻاڻ کڻي ويندا. پوءِ اسين علي ڪيرواٽي خاصخيلي ڳوٺ مان پنڌ نڪتاسين. ڪاروڇاڻ ڪان اڍائي ميل هو. ڪارو ڪان صبح جو نائين ڏاري پَتڻ نڪرندو آهي، اُن پتڻ تي مون کي پڇڇٽو هيو، اهو پتڻ ڦاٽ درياهه جي پرينءَ ڪنڌي تي پهچائيندو، جتان سوزڪي يا ڊاٽسن ٻگهاڻ ۽ ڳاڙهو ماٿهن کي کڻي ويندي آهي. اسين ڪلراٺي زمين تي ٺهيل پيرو چارو ڪان هلندا رهياسين، پَٽَ تي لاٽا، جاريون، سُڪل ٻير جا وڻ هيا.

علي اڪبر چيو:

ادا، ٻينا زمين آهي، يعني ڪاري زمين آهي، ”ٻينا لفظ جي معنيٰ غير آباد ۽ ڪاري زمين،“ هڪ ٻڪري چار جي وڻ تي چڙهي وئي، وڻ جي هيٺيان ننڍڙو ڇيلو ٻي ٻي ڪري رهيو هو. اوسيتائين دانهون ڪندو ٻاڪاريندو رهيو، جيسيتائين چار جي وڻ تي چڙهيل ٻڪري هيٺ لهي ڪو نه آئي.

ڪي ڇيلڙا ڪلراٺي پَٽَ تي ڊوڙندا، لاٽن جي ننڍڙن ٻوٽن ۽ زمين تي ليٽيل لاٽن جي وَلين مٿان ڪڏندا ٿي ويا.

رستي ۾ پري پري ڪان ڪانن ۽ ڪَرِڙن جا جِنا ۽ مَنهَ ڏسڻ ۾ آيا منهنجو ڌيان انهن گهرن ڏانهن ڏسندي علي اڪبر ڪيراٽي چيو:

ادا، هي پَٽَ جنهن تان هلي رهيا آهيون، سي اُجڙي ويا آهن. اسان ننڍپڻ ۾ هن علائقي کي ڏٺو هو. ڪاروڇاڻ ڪان وٺي ميرواهه ۽ مُتٽي درياهن

تائين هي پٽ آباد هئا. سون جي تعداد ۾ مختلف ذاتن وارا ماڻهو رهندا هئا، وڏا باغ زمينون سهڻن فصلن سان سايون، ساهه واريون لڳنديون هيون. آباد هو، هَنن پٽن تي ملاڪڙا لڳندا هئا. ڪارو ۽ سوکي ڦِٽو تہ هِن علائقا بہ اُجڙي ويا. هاڻ ڪجهہ گهر جيڪي ڇڊا ڇڊا هئا، جنهن ۾ رونجها، بگدا، سهتا، ميربحر ۽ خاصخيلن جا گهر جهجها آهن.

1. ڇُتو ڄاموٽ ڳوٺ خاصخيلي
2. لالڻ خاصخيلي ڳوٺ
3. علي محمد ڪيرواٽي ڳوٺ
4. صديق اوناڙي خاصخيلي
5. اسماعيل بگدو
6. صديق رونجهو
7. الهڏنو رونجهو
8. جمعو سهتو
9. محمد سهتو
10. حاجي خاصخيلي
11. عبدالله ميربحر ۽ ڪتين جو ڳوٺ

ڪاروڇاڻ جي ويجهو آياسين، ڪجهہ گهر ڏسڻ ۾ تي آيا. پاسي ۾ قبرستان هيو، جيڪو پراڻو نظر اچي رهيو هو. هي قبرستان ميلن ۾ هيو.

اسين قبرستان جو پاسو وٺي هلندا ڪاروڇاڻ جي بازار منجهہ آياسين، الهڏنو ڪتيءَ جو دڪان هجي، اُتي ڪي ماڻهو وڪر، سودو سامان وٺي رهيا هئا، الهڏنو ڪتي دڪان تي ويٺو هو، اسان کي ڏسندي، اٿيو ۽ سڪ سان مليو، هڪ ڇوڪري کي چانهہ جو چئي پوءِ صندل ڏانهن اشارو ڪيو، اسين صندل تي ويهي رهياسين، ايتري ۾ الهڏنو ميربحر آيو، هن سان مليس ڪين چيو:

آءٌ وڃان ٿو پاتڻي يوسف ڪهڙي وقت پتڻ ڪيندو؟ الهڏنو ڪتي چيو:

يوسف پاتڻي شهر ۾ ايندو آهي تہ مون وٽان چڪر ڏئي پوءِ پتڻ تي ويندو آهي، توهين الڪو نہ ڪريو، اجهو پاتڻي آيو، الهڏنو ميربحر اُٿيو، آءٌ پاتڻي يوسف کي ڏسي ۽ چئي اچان ٿو. الهڏنو ميربحر هليو ويو، ڪجهہ منٽن ۾ موٽي آيو، پاتڻي هوٽل تي چانهہ ويٺو پئي، هيڏانهن اچي پيو.

هڪ ڇوڪرو چانھ کڻي آيو، اسان سڀئي چانھ پيئڻ لڳاسين. دڪان ۾ ننڍا وڏا جيڪي بہ آيا ٿي، انهن جي وات ۾ ڇورو، گٽڪو ۽ ڪن جي وات ۾ پان هجي، ننڍڙا ٻار دڪان تان سوپاريون، سونف جون ننڍڙيون پڙيون وٺيو ٿي ويا. دڪان ۾ ويٺل نوجوان دڪان جي فرش تي ڳاڙهي پچڪاري وات واري اڇلائين پيا تہ فرش تي ڳاڙها نشان، ڇُٽا ٿي پيا وڃن. اُنهن کي دڪاندار بہ ڪجھ نہ ٿي چيو.

اسين چانھ ختم ڪئي تہ، پاٽڻي يوسف دڪان تي آيو، پوءِ اسان اُٿياسين. هر هڪ کان موڪلايو، الهڏنو ميربحر مونسان گڏ اُٿيو ۽ پتڻ تي هلڻ لڳو، يوسف پاٽڻي اسان کان تڪڙو هلندو هڪ دڪان کان گٽڪي جون پڙيون ورتيون، اسين هلندا رهياسين، جڏهن ڪاروچاڻ جي بازار ٽپي اڳتي هلڻ لڳاسين تہ زاهد ساڪاٽي بلوچ مليو، هُن سان گڏ بہ ماڻهو هئا. زاهد بلوچ اُنهن جو تعارف ڪرايو. امين ميربحر، رشيد ساڪاٽي بلوچ پوءِ سڀئي ڦاٽ درياھ ڏي هلڻ لڳاسين. جنهن جاءِ تي پتڻ (ٻيڙي) بيٺو هو. پوءِ غلام محمد ساڪاٽي بلوچ، سائين سومار ڪيرواٽي جنهن کي اڇي ڏاڙهي هُئي، اِهي پتڻ تي ويا ٿي، جڏهن پتڻ تي آياسين تہ ٻيڙيءَ منجھ گهڻا ماڻهو اڳ ۾ ويٺا هئا، ٻيڙيءَ جي سڪاڻ تي جنهن جاءِ تي مشين (ٽنگ مشين) لڳل هئي، ٻيڙي جي ڪڻ (پيٽ) ۾ عورتون ۽ ننڍا ٻار ويٺا هئا، ٻيڙيءَ جي مُهريءَ تي چار ماڻهو ويٺا هئا، اسين ٻيڙيءَ ۾ چڙهي سڪاڻ ڏي وڌي وياسين، زاهد ڪاساٽي بلوچ، غلام محمد ساڪاٽي بلوچ، آءٌ سڪاڻ تي ويٺاسين، زاهد سڪاٽي موٽر جي پاسي ۾ ويهي رهيو اُتي بہ ماڻهو ويٺا هئا، انهن ٻارڻ کي ٽوال سان ويڙهي ڇڏيو هو، زاهد ڪاساٽي بلوچ هڪ ماڻهوءَ کان وڏو ٽوال (پوتڙو) وٺي اُن سان ٻارڻ کي ويڙهي ويهي رهيو، جيئن موٽو هلڻ وقت تيل جا ڇنڊا، ڦينگيون هٽي ڪپڙا خراب نہ ڪري، پاٽڻي يوسف اچي ويو. هاڻ ماڻهن کي اميد ٿي تہ پتڻ هلندو، تڙ تي ٽي ٻيڙا سڪي وٽ بيٺا هئا. هڪ ٻيڙي جي واڍا مرمت ڪري رهيا، ان کي هيٺيان ڪاٺ جون پٽيون هٽي رهيا هئا.

پاٽڻي يوسف سڪاڻ تي ٽنگ مشين چالو ڪئي تہ هوا ۾ مشين جو شور هوا ۾ پکڙجي ويو، ٻيڙي لوڏو کائي هلڻ لڳي. آهستي موڙ کائي تيزيءَ سان درياھ جي سيني تي هلڻ لڳي تہ درياھ جي پاڻيءَ جون

چَنبون چوليون (ڦينگون) سڪاڻ ۽ مُهري تي ويٺل ماڻهن جي مٿان ڪرڻ لڳيون، جنهن پاسي کان لهرون اٿل ڪائي ٻيڙيءَ (هوڙو) سان اچي لڳن پيون تہ پاسن کان ويٺل ماڻهن کي پسابون هليون پيون وڃن. درياهہ ۾ موج هُئي، واءُ تيز گهلي رهيو هيو. ٻيڙي پينگهہ جيان لڏندي هلندي رهي، ڪنهن مهل درياهہ ۾ ٻيڙي آسيري پاسيري ٿيندي رهي تہ ماڻهو هڪٻئي کي پڪڙي جهلي وٺن پيا. ڦاٽ درياهہ جي وچ ۾ ٻيڙي هلي رهي هئي. درياهہ منجهہ ڪيترا هوڙا هلندا رهيا، پاٽڻي يوسف سڪاڻ تي ويٺو هجي، هن ڪيسي مان گٽڪي جي پُڙي ڪڍي، وات ۾ وجهي، وري پڙيءَ کي ويڙهي سيڙهي ڪيسي ۾ رکيائين. پوءِ مُهريءَ (ٻيڙي جو پوئيون حصو) تي ويٺلن ماڻهن ڏانهن هليو ويو. اُنهن کان ڀاڙو وٺڻ لڳو.

پترڻ ڪَڍو، هَٿ ۾ رکو.

يوسف پاٽڻي مُهريءَ وارن کان پئسا وٺي پوءِ سُڪاڻ وارن ڏي آيو. انهن کان پترڻ (ڀاڙو) ورتائين، تنهن کانپوءِ کُڻ منجهہ ويٺل عورتن ۽ ٻارن کان ڀاڙو ورتو. واپس سڪاڻ تي آيو، هن هر هڪ ماڻهوءَ کان پنجاهہ (50) روپيا ڪرايو ورتو، موٽر ۾ ٻڌل رسي کي ڇڪ ڏني تہ ٻيڙي تيزيءَ سان هلڻ لڳي. سامهون تڙ هيو، اُتي ٻيون ٻيڙيون بيٺل هيون. پاٽڻي انهن ٻيڙن کان پري ڦاٽ درياهہ جي ڪنڌي ڏي ٻيڙي جو رُخ موڙيو. ڪجهہ منٽن کانپوءِ ٻيڙي ڪنڌيءَ کان ٿورو پري ٿي بيهي رهي، ماڻهو شلوار وارا پاچا مٿي ڪٽي ٻيڙيءَ مان هيٺ لٿا. ڪن ماڻهن کي گوڏن تائين پاڻي آيو تي. ڪن کي چيلهہ تائين پاڻي، آءُ ٻيڙيءَ مان هيٺ لهي، پاڻي جي گپ ۾ پير کُنڊا ڪري هلندو سُڪيءَ تي آيس. ڪناري تي اچي درياهہ جي پاڻيءَ ۾ پير ڇاڇولي (ڏوئي) بوٽ پائي سوزڪيءَ ۾ چڙهي ويس. تڙ تي هڪ ڊاٽسن ۽ هڪ سوزڪي بيٺي هئي، ڪي ماڻهو ڊاٽسن ۾ چڙهيا تہ ڪي سوزڪي ۾ چڙهي ويٺا، ٻئي گاڏيون ماڻهن سان ڀرجي ويون.

زاهد ساڪاٽي بلوچ سان ڪچهري ٿي، هن ٻڌايو تہ ڀاپيهو ڳوٺ ۾ ڪجهہ ماڻهو سوڪيءَ کان لڏي اچي ويٺا آهن، انهن سان ڪچهري ڪنداسين. "ادا! هير ٻگهاڻ هلون ٿا، اتي ڪي ماڻهو آهن تہ ٻڌاءِ، انهن سان ملڻ سولو ٿيندو، ڇو تہ آءُ ٻگهاڻ مان ڪراچي هليو ويندس."

اڌ ڪلاڪ ڪانپوءِ سوزڪي پڳهاڻ شهر ۾ پهتي، سوزڪي وارو هڪ، هڪ ماڻهوءَ کان پنجاهه روپيه ڀاڙو ورتو، اسين هيٺ لٿاسين، سوزڪيءَ واري کي ڪرايو ڏنو، زاهد بلوچ چيو:

ادا، توهان پندرنهن ويهه منٽ اتي بيهو يا ڪنهن جاءِ تي ويهو، آءٌ ڊاڪٽر کي طبيعت ڏيکاري اچان ٿو. منهنجي ذهن ۾ آيو تہ ڪالهه محبوب جي هوٽل تي ويٺو هوس، چو نہ اُتي وڃي ويهي رهان.

زاهد! آءٌ محبوب هوٽل تي وڃي ويهان ٿو.

”ها.... اهو هوٽل ڏٺل آهي، آءٌ اتي اچي ويندس.“

زاهد ائين چئي هليو ويو، آءٌ محبوب هوٽل تي آيس. صندل تي ويهي رهيس، بيرو آيو، هن جي هٿ ۾ پاڻي جو گلاس هيو، اهو اڳيان رکيائين.

ڀاءُ.... هڪ چانهه ڦڪي:

بيرو ڪنڌ لوڏي هليو ويو، شبير ميمڻ جو وڏو ڀاءُ دڪان تي هيو، اُهو مليو. آءٌ اڌ ڪلاڪ اُتي ويٺو رهيس، زاهد بلوچ جي فون آئي، اسين اچون پيا. ڪجهه منٽن کان پوءِ هڪ موٽرسائيڪل هوٽل جي اڳيان اچي بيٺي، اُن تي زاهد ويٺو هو. آءٌ اُتي ويس، پوءِ ٽئي ڄڻا جنگي سر روڊ تي آياسين. مهراڻ شاپنگ سينٽر کان ٿورو اڳيان ڪي هٽ تي ڇَنو ٺهيل هيو، اُتي موٽرسائيڪل بيهاري اسين اندر داخل ٿياسين. هڪ نوجوان سفيد ڪپڙن ۾ ويٺو هو، بنديءَ تي لکي رهيو هو. شايد حساب ڪتاب لکي رهيو هو، ڇَني ۾ چار ماڻهو ويٺا هئا. انهن مان ٻہ ڄڻا اُتي هليا ويا، ٻہ ڄڻا ويٺا رهيا، هڪ کي نوجوان جيڪو حساب ڪتاب لکي رهيو تنهن چانهه جو چيو تہ ويٺل ٻن ماڻهن مان هڪڙو اُٿيو ۽ ڇني کان ٻاهر هليو ويو، وري موٽي آيو. اُن جي پويان چانهه وارو ٿرماس ۽ ٽي ڪوپ کنيو اندر داخل ٿيو، نوجوان چيو، هيءَ چانهه انهن ملاحن جي لاءِ چئي هئي، جيڪي اُتي هليا ويا، هاڻ اها چانهه اسين پيئنداسين. پوءِ ڪوپ ۾ چانهه ڏني، ٻئي ڪوپ ۾ پنهنجي لاءِ چانهه لاهي پيئڻ لڳو. ايتري ۾ هن جي فون اچي وئي، ان سان ڳالهائڻ ۾ مصروف ٿي ويو.

آءٌ چانهه پي خالي ڪوپ اڳيان ميز تي رکيو تہ ٽي ماڻهو ڇني منجهه آيا، منهنجي پر ۾ خالي ڪرسيون پيون هيون، اُن تي اچي ويٺا. انهن

سان حال احوال ڏيا پوءِ انهن پنهنجو تعارف ڪرايو.

ادا، منهنجو نالو شير محمد ڪاساٽي بلوچ ولد احمد علي ساڪاٽي بلوچ، ٻگهاڻ شهر کان سڄي پاسي تي هڪ ڪلوميٽر ۽ هڪ فرلانگ جي مفاصلي تي ڳوٺ احمد علي ساڪاٽي بلوچ آهي. اهو اسان جو ڳوٺ آهي، هي پُنَ شاخ جي پِٽر ۾ آهي.

جنهن نوجوان چانهه گهرائي هُئي، ان پنهنجو تعارف ڪرايو. منهنجو نالو جلال احمد پيروزاڻي آهي، ڳاڙهو شهر جي پِٽر ۾ اسان جو ڳوٺ حاجي رمضان پيروزاڻي آهي.

ڇَني ۾ ويٺلن ماڻهن پنهنجا نالا ٻڌايا:

ڃَڃَر ملاح ولد ماڪُو، عباس علي، الله بچايو، ڏانڏل، معشوق ساڪاٽي، زاهد ساڪاٽي بلوچ، علي حسن پيروزاڻي بلوچ، سليمان ملاح، سڪندر رجيرو، علي ملاح.

شير محمد ساڪاٽي بلوچ ڪچهري ۾ ٻڌايو تہ اسان جا ڏاڏا، پڙ ڏاڏا سوڪيءَ جا آهن، سوڪيءَ ۾ هندو گهڻا هئا. اُنهن جا پڪا گهر هئي ۽ سوڪي ۾ پائيلا بہ هُئا. پائيلو جي معنيٰ ڪارخانو، جنهن ۾ چڙ پيسائي ڏيندي هئي.

ٻگهاڻ ۾ وينو هئس تہ ڊاڪٽر جليل ڪتيءَ جي فون آئي،

ادا! ڪٿي آهيو؟

ڊاڪٽر! ٻگهاڻ شهر ۾ آهيان.

آءٌ ٺٽو کان گهارو اچان پيو. تون بہ اُتي اچ، آءٌ چيئرمين هوٽل تي انتظار ڪندس.

ڊاڪٽر! مهرباني، گهارو شهر ۾ گڏ آهيون.

ڊاڪٽر جليل ڪتيءَ جي فون ڪانپوءِ، دوستن کان موڪلايو، ٻگهاڻ مان سوزڪي ۾ چڙهي، ڳاڙهو شهر ۾ آيس.

خاصخيلي هوٽل وٽ ڳاڙهو کان ڪراچي ويندڙ وين ۾ چڙهيس، جيڪا ابراهيم حيدري وڃي رهي هئي، گهارو ۾ لهي روڊ ٽپي چيئرمين هوٽل تي ويس، ڊاڪٽر جليل وينو هو، ڪچهري ڪندي حال احوال ڪيائين تہ،

ادا! چوهڙ جمالي کان اچان پيو، جڏهن ٺٽو شهر پهتس تہ تنهنجو خيال آيو، "منصور سان ڳالهايان." مون کي پڪ هئي، تون ٺٽي ضلعي ۾ ڪنهن نہ

ڪنهن ڳوٺ يا شهر ۾ هوندي، اهو سوچي توهان کي فون ڪئي.

چوهڙ ۾ "ناٿو ولد محمد ميراسي"، سان ملاقات ٿي، ۽ اوستو محمد يوسف خاصخيلي ولد محمد رمضان خاصخيلي سان ملاقاتون ٿيون. اوستو (استاد) ان کي چوندا آهن جيڪو ڪنهن به فن جي ڄاڻ رکندڙ هجي. ناٿو ولد محمد عرس ميراسي ڳالهه ٻولهه ڪندي ٻڌايو تہ ورهاڱي ٿيڻ کي ٽي سال گذريا هئا. راڳ ڳائيندڙ هڪ ٽوليءَ سان، ناچو ٻڻجي سوڪي بندر گاهه ۽ سوڪي شهر ويو هوس، ان وقت منهنجي عمر ٻارنهن سال هئي، اسين سوڪي شهر ۾ آياسين. اتن (اتان) جي ماڻهن پئي چيو،

"هاٽي واڻيا هليا ويا آهن، جيڪي وڻج واپار ڪندا هئا، انهن جي وڃڻ ڪانپوءِ ڪاروبار ۾ اها ڳالهه ڪانهي، هتان جي واپارين جو ٻين شهرن سان ڏيتي ليتي اُها نہ رهي آهي. هندو جيڪي ڪاروباري ڄاڻ رکندڙ هئا، سوڪي بندر ۽ سوڪي شهر جا وارث هئا. هاٽي هتان جا مالڪ مسلمان ٻڻيا آهن، ان وقت بازار ۾ هلندين، سوڪيءَ جو شهر گهمندي، ڦرندي مزو اچي رهيو هو.

جنهن راڳيندڙ ٽوليءَ سان ويو هوس، اُهي اڳي واڻين جي وقت سوڪي شهر ۽ بندر تي ايندا ويندا هئا. انهن مِڪي (مون کي) سوڪي جي قصن بابت ۽ سوڪيءَ جي محبتي ماڻهن جا قصا ٻڌايا. اهو بہ ٻڌايو تہ واڻيا فنڪارن جو جهجهو قدر ڪندا هئا.

آءٌ جنهن ٽوليءَ سان ويو هوس: انهن راڳيندڙن جا نالا هينئر بہ ياد آهن. "منگو ميراثي، مهراڻ ميراثي، ڪريم بخش عرف ڦوٽو ميراثي، خادم ميراثي، مِٺو مصري ميراثي هئا.

سوڪي شهر ۾ اسان جو رهڻ عثمان شيديءَ جي اوطاق تي ٿيو هو. ماني ٽڪي سڀ اتي ڪائيندا هئاسين ۽ راڳ جي محفل بہ عثمان شيديءَ جي اوطاق تي ٿي، سوڪيءَ شهر ۾ ڪيترين ئي ذاتين وارا ماڻهو رهندا هئا، راڳ ٻڌڻ جي لاءِ سوڪي شهر ۽ ڀرپاسن جا ماڻهو بہ آيا هئا.

اسان کي پئسو جام ڏنائون، سي ماڻهو راڳ جا وڏا شوقين هجن، اسان فنڪارن جي عزت ڪيائون، مهمانوازي اهڙي جو اڄ ڏينهن تائين، اهو قربائتو ۽ پيار وارو هلڻ، سوڪيءَ جي ماڻهن جو وسري نہ ٿوءِ ان ڪانپوءِ موجو (منهنجو) سوڪيءَ شهر ڏي وڃڻ ڪونہ ٿيو.

اسين چيئرمين هوٽل تي ماني کائي ساڪرو شهر کان ايندڙ وين ۾

چڙهي، ريڙهي مياڻ جي موڙ تي پهتاسين. پوءِ اسان کي هڪ سوزڪي ملي وئي، ريڙهي ڳوٺ ۾ آياسين.

رات جو ڊاڪٽر جليل جي اوطاق تي سائين لطيف الله خاصخيلي آيو. جيڪو پرائمري اسڪول ريڙهي ۾ استاد هجي. اوطاق ۾ ٻه ٻارڙا فائزه ۽ فيضان به اچي ويٺا. سائين لطف الله ڳالهين ۾ هن پنهنجي والد لهر محمد هاشم جنهن کي "لهر ڪيٽوي" به چوندا هئا، ان بابت ٻڌايو.

ادا! منهنجو والد سوکيءَ ۾ پرائمري ماستر هيو. پاڻ شاعري ڪندا هئا، سوکي شهر ۽ جوڳيئڙا ڳوٺ ۾ استاد رهيو. سوکيءَ شهر ۽ جوڳيئڙا ڳوٺ ۾ ٽن ميلن جو فاصلو آهي، جوڳيئڙا ڳوٺ ۾ فصل پلو ٿيندو هو، خاص طور "ساڳ" جوڳيئڙن جو ڏاڍو مشهور هيو. جوڳيئڙا ۾ ساڳ جي پوک سُٺي ٿيندي هُئي، ماڻهو ساڳ وڏي شوق سان کائيندا هئا.

بابا جي هڪ بيت ۾ جوڳيئڙا ڳوٺ جي "ساڳ" جو ذڪر آهي،

جام ملي ٿو جوڳيئڙن، سرهو سندو ساڳ،
کايو سهڻو ساڳ، ويٺا ڪريون راڳ،
چوءِ پنهنجو ڀاڳ، جنهن جان اڙائي جوڳيئڙن ۾.

جوڳيئڙا ڳوٺ هير به آباد آهي، پر اهو ماضيءَ وارو اوج نه رهيو آهي، جوڳيئڙا جا شاگرد درياهه جو ڍورو اکري سوکيءَ جي اسڪول ۾ پڙهڻ ويندا هئا.

بابا جي شاعري جو ڪتاب "لهريون اڇٽيون وڇٽيون" سندس حياتيءَ ۾ صداقت ڊيپو ڳاڏي کاتو شايع ڪرايو هو. 1998ع ۾ بابا وفات ڪئي.

ڊاڪٽر جليل ٻڌايو ته چوهڙ ۾ منهنجي ملاقات اُستو محمد يوسف ولد محمد رمضان خاصخيلي سان ٿي، ان چيو ته،

"اسان سوکيءَ مان 1962ع ۾ لڏ پلاڻ ڪئي، صديق ڪاٽڙائي مهاڻو هيو، ان جي ٻيڙي جنهن کي "گاليو" چون. "گاليو" ٻيڙي جو قسم آهي، اسين ان م لڏ ڪٽي (گهر جو سامان) چوهڙ جمالي لڳ "لوڊ موري" جي ڳوٺ جيڪو بچل پاتٽي جو ڳوٺ هجي، اتي اچي لڏو لاهي ويٺاسين. پوءِ وري اتان ڏاند گاڏين ۾ لڏ ڪٽي (سامان) چوهڙ شهر جي لڳ "پلو اوتار" جي پتڻ تي اچي رهائش اختيار ڪئي. سوکيءَ آباد شهر هيو، هن شهر جو واپار ڪيترن ملڪن ۽

شهرن سان هلندو هيو.

سوکيءَ ۾ واڻيا، جن ۾ ڀاٽيا ۽ لوهاڻا ذات وارا هئا. سوکيءَ جي شهر ۾ ان چڙهڻ ۽ ان پيسڻ وارو ڪارخانو هندو ڀاٽين جو هيو، ان مل کي محمد رمضان خاصخيلي هلائيندو هو.

سوکي شهر ۾ اسان جا دڪان، هوٽل ۽ ڪئبن به هيون، سوکيءَ جي اتر طرف ۽ اولهه پاسي ۾ موسو ڪنڀار وارن جا ويهه کن گهر هئا.

انهن جي پاسي ۾ خاصخيلين جا گهر، انهن گهرن جي ٿورو اڳيان مهاڻن جا گهر هجن.

سوکيءَ ۾ "ڀنندو مل" ديوان لوهاڻو سريال (چڳو مڙس) هوندو هو. جنهن کي هڪ ڏيءُ تارا ۽ هڪ پٽ تارو مل هئا.

واڻين جي وڃڻ کانپوءِ جيئن جيئن سوکي جي چلتي واري ۽ وڻج واپاري سونهن گهٽجڻ لڳي ته ماڻهو به لڏ پلاڻ شروع ڪرڻ لڳا. موسو ڪنڀار سوکيءَ مان لڏي "باگاڻن" ۾ سائين جلال شاهه وٽ آيو. ان کان ڀيڙين جي مدد گهريائين. جنهن موسيٰ ڪنڀار کي "دبائي جت" جي ڀيڙي ڏني. ان ڀيڙي ۾ سامان (لڏ) کڻي چوهڙ آيو ۽ ڪجهه عرصو رهي پوءِ ابراهيم حيدري هليو ويو، هاڻ ان جو اولاد ابراهيم حيدريءَ ۾ رهي پيو.

سوکي جو شهر "سڪ پريت جو شهر" هيو، اڃان به ڪيترا ئي ماڻهو مون کان رهجي ويا آهن، جيڪي سوکي جا اصل رهواسي هئا. هن وقت مختلف ماڳن تي رهن ٿا. انهن سان ملاقات ڪري ڪو نه سگهيو آهيان پر جن به ماڻهن سان ملاقاتون ٿيون، انهن سڀني سامونڊي سورن جون دانهون ڪيون، سمنڊ جي کاري پاڻيءَ انهن جا اجها ڦٽائي ڇڏيا، سامونڊي کاري پاڻي لاڙ جي سڪين ستابن پٽن کي "پونو" بڻائي ڇڏيو ۽ اڃان به اجاڙيندو اچي پيو. سامونڊي سورن جا داستان ڪنهن کان وسريا ڪونه آهن.



محمد حسن "گُهچ" ۽ ليکک منصور ٿلهو ريڙهي ڳوٺ ۾



محمد بلوچ، ليکک منصور ٿلهو، باقر خان مروا بلوچ، سائين
ڪرم علي بلوچ ۽ عطا محمد بلوچ ڳوٺ رسول بخش ۾



ناڪئو الھڏنو ميربحر، ليکڪ منصور ٿلھو ۽ الھڏنو
ڪٽي ڪارو چاڙ ۾



الھڏنو باھوٽ، سگھڙ عبدالله مرگھر، سگھڙ باقر خان مروا
بلوچ ۽ ليکڪ منصور ٿلھو مير ساڪرو ۾




فائزه رحيم ۽ فيضان رحيم



ڊاڪٽر رحيم بخش ڪٽي، ليڪڪ منصور ٽلهو ۽ اسماعيل
قصوري ريڙهي مياڻ ۾



حاجي بابو شولاٽي، عبدالجليل ڪٽي، ليکڪ منصور ٿلهو ۽
ايوب شان خاصخيلي ڳوٺ ابراهيم حيدري ۾



ايوب شان خاصخيلي، احمد بچل خاصخيلي، ليکڪ منصور
ٿلهو ۽ عبدالجليل ڪٽي ڳوٺ ابراهيم حيدري ۾

سوکي بندر ۽ ساموڊي سوڙ — منصور ٺلهو — سمبارا پبليڪيشن حيدرآباد — 85



”موهن جو دڙو“ ۽ ان جي اوج واري زماني ۾ سنڌ جا وڏا ساموڊي بندر اُٽويهه هوندا هئا. انهن جو واپار دنيا جي وڏن ملڪن سان هوندو هو. ان کان سواءِ ڪيترا ئي سون جي تعداد ۾ ننڍا بندر به هئا، جيڪي ڏيهي طور تي مختلف وٿون ۽ وکر پيا نيدا ۽ آڻيندا هئا. هي سنڌو سڀيتا جي انتهائي ترقي ۽ تعمير وارو دؤر هيو. هتان جا پٽي واپاري جيڪي ساموڊي پٽيءَ جي بندرگاهن جا مشهور واپاري هُئا. جن جو خاص طور ڏيساور سان واپار هلندو هو. جن ۾ اهم مُلڪ ”سمير“ يا ”عراق“ سان هئا. جتان تجارتي سامان اولهه (اُن دؤر جي يورپ) ۽ ڏکڻ طرف ۾ ”مصر“ سان هلندو هو. ان ڳالهه جون ثابتيون پراڻين تهذيبن، عراق، فلسطين ۽ مصر جي قديم آثارن مان به معلوم ٿين ٿيون. سڪندر اعظم يوناني بادشاهه جي حملي کانپوءِ سنڌ جو تجارتي سامان بحري ٻيڙن ۾ ڪڇي اهم تجارتي مرڪز ”مصر“ جي ”سڪندريا“ پهچندو هو. جتان پوءِ ”مصر“ جي ٻين علائقن ڏانهن پکڙجي ويندو هو.

سڪندر اعظم يوناني بادشاهه کان پوءِ يونان ۽ روم تائين پهچندو هو. جي دؤر ۾ سليوڪس نڪوٽار (Seleucus Nicator) شهنشاهه ٿيو. اهڙي ريت يونان جي گمنام واپاريءَ جاگرافيائي موضوع جي حوالي سان سنڌ جي بندر ۽ بازارين جو ذڪر ڪيو آهي. سندس ڪتاب جو نالو، ”پيري پلس آف ايري ٿري ان سي“ (Peri plus of Erythraean Sea) سنڌو مها ساگر وارو ساموڊي رستو. مٿيون ڪتاب اصل ۾ يوناني ٻوليءَ ۾ لکيل هيو. جنهن جو انگريزي ٻوليءَ ۾ ترجمو 1912ع ۾ ڇپيو.

”سوکي بندر ۽ ساموڊي سور“ هن ڪتاب لکڻ جي لاءِ منصور ڏونگر ڏوريا آهن. ڪشت ڪاٽيا آهن. منصور ٺلهو لکن واڌاين جو مستحق آهي ۽ مون کي يقين آهي ته هن کان اڳ سنڌ جي بندر ”سوکي“ جي حوالي سان ” سفرنامو“ ڪنهن به نه لکيو آهي.

هي مانائتو ماڻهو سنڌ جو پيڳت ۽ سنڌ جو پوڄارو آهي. جنهن پنهنجي قلم ۽ لفظن سان سنڌ کي سهي سجدا ڪيا آهن. مون وٽ ايترا اهڙا لفظ موجود ڪونه آهن جو سندس ڪيس جوڳي پيتا پيش ڪري سگهان.

**عطا محمد ڀنيرو**
**حيدرآباد**

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، پاڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڍي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيـرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ پلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلمَ حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ بنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙهڻ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪچي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهَندڙ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَڙهَندڙ پنهنجي سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

> وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
> پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
>
> ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)